

# دارالافتاءِ اهل سنت

مفتي فُضيل رضا عطاري

## (1) ڇا والده پٽ جي خرچ تي فرض حج ڪري سگهي ٿي؟

سوال: علماءِ دين ۽ شريعت جا مفتي هن مسئلي بابت ڇا ٿا فرمائن تہ منهنجو پاءُ والده کي حج تي پاڻ سان گڏ وٺي وڃي رهيو آهي، حج جا سمورا خرچ پاءُ ادا ڪندو. اهڙي صورت ۾ جيڪڏهن منهنجي والده حج ڪري ٿي، تہ ڇا پوءِ مالدار ٿيڻ جي صورت ۾ ان تي ٻيهر حج فرض ٿيندو يا نہ؟ رهنمائي فرمايو.

بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ

اَلۡجَوَابُ بِعَوۡنِ الۡمَلِکِ الۡوَھَّابِ اَللّٰھُمَّ ھِدَایَۃَ الۡحَقِّ وَالصَّوَابِ

پڇيل صورت ۾، جيڪڏهن اوهان جي والده فرض حج يا مطلق حج (يعني بنا ڪنهن خاص قسم جي تعين جي حج) جي نيت سان حج ادا ڪري ٿي، تہ ان جو فرض حج ادا ٿي ويندو ۽ پوءِ مالدار ٿيڻ جي صورت ۾ ان تي ٻيهر حج فرض نہ ٿيندو. ڇوتہ جيڪڏهن ڪو فقير حج ڪندو آهي ۽ ان ۾ هو فرض حج يا مطلق حج جي نيت ڪندو آهي تہ ان جو فرض حج ادا ٿي ويندو ۽ آئينده مالدار ٿيڻ جي صورت ۾ ان تي ٻيهر حج فرض نہ ٿيندو. بلڪ فقير کي اهڙي موقعي تي فرض حج جي ئي نيت ڪرڻ گهرجي، ڇو تہ مڪي مڪرمہ پهچڻ سبب ان تي حج فرض ٿي ويو. پوءِ بہ جيڪڏهن هن نفل جي نيت سان حج ڪيو تہ ان جو نفل حج ادا ٿي ويندو، پر ان تي ٻيهر حج ڪرڻ فرض هوندو ۽ ان ۾ بلاوجهہ دير ڪندو تہ گنهگار ٿيندو.

وَاللّٰہُ اَعۡلَمُ عَزَّوَجَلَّ وَ رَسُوۡلُہٗ اَعۡلَم صَلَّی اللّٰہُ عَلَیۡہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم

## (2) ڳئون ۾ گذريل سال جي قربانيءَ جو حصو شامل ڪرڻ ڪيئن آهي؟

سوال: عُلماءِ دين ۽ شريعت جا مفتي هن مسئلي بابت ڇا ٿا فرمائن تہ گذريل سال مون تي قرباني لازم هئي پر سستي/ڪاهليءَ سبب مان قرباني نہ ڪري سگهيس. هاڻي منهنجو ذهن اهو آهي تہ هن سال مان وڏي جانور (مثال طور ڳئون) ۾ ٻہ حصا وٺان، هڪ گذريل سال جي قربانيءَ جو ۽ هڪ هن سال جي قربانيءَ جو. تہ ڇا مان اهڙي طرح پنهنجي گذريل سال جي قرباني ڪري سگهان ٿو؟ رهنمائي فرمايو.

بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ

اَلۡجَوَابُ بِعَوۡنِ الۡمَلِکِ الۡوَھَّابِ اَللّٰھُمَّ ھِدَایَۃَ الۡحَقِّ وَالصَّوَابِ

پڇيل صورت ۾، اوهان گذريل سال جي قربانيءَ جي نيت سان هن سال ڳئون ۾ حصو نٿا ملائي سگهو ۽ نہ ئي ان سان گذريل سال جي قرباني ادا ٿيندي. بلڪ گذريل سال جي قربانيءَ جي بدلي، گذريل سال قربانيءَ جي لائق ٻڪريءَ جي جيڪا قيمت هئي، اها صدقو ڪرڻي پوندي. ۽ بنا عذر قرباني نہ ڪرڻ سبب اوهان گنهگار

ٿيا، ان کان توبہ بہ ڪريو.

وَاللّٰهُ اَعْلَمُ عَزَّوَجَلَّ وَ رَسُوْلُهٗ اَعْلَم صَلَّی اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم

## (3) ڇا قارن (حج قران ڪندڙ) کي عمري کان پوءِ حلق (مٿو ڪوڙائڻ) جي اجازت آهي؟

سوال: علماءِ دين ۽ شريعت جا مفتي هن مسئلي بابت ڇا ٿا فرمائن تہ حج قران ڪرڻ وارو، عمرو ڪرڻ کان پوءِ حلق (مٿو ڪوڙائيندو) يا نہ؟

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْم

اَلْجَوَابُ بِعَوْنِ الْمَلِكِ الْوَهَّابِ اَللّٰهُمَّ هِدَايَةَ الْحَقِّ وَالصَّوَابِ

حج قران ڪندڙ، عمرو ڪرڻ کان پوءِ حلق نہ ڪرائيندو. ڇو تہ حلق احرام مان نڪرڻ لاءِ هوندو آهي ۽ ان جو احرام، عمري کان پوءِ ختم نہ ٿيندو، بلڪ ان تي عمري سان گڏ حج جا افعال ادا ڪرڻ بہ ضروري آهن. تنهن ڪري، ان کان پهريان ان جو حلق ڪرائڻ جائز ناهي. جيڪڏهن حلق ڪرائيندو تہ احرام مان ٻاهر نہ نڪرندو ۽ ان تي ٻہ دم (يعني ٻہ قربانيون) لازم ٿيندا، ڇو تہ هن حج ۽ عمري، ٻنهي جي احرام ۾ جنايت (خلاف ورزي) ڪئي آهي.

وَاللّٰهُ اَعْلَمُ عَزَّوَجَلَّ وَ رَسُوْلُهٗ اَعْلَم صَلَّی اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم

## (4) طواف نہ ڪندڙ مُحرِم (احرام وارو) ڪنهن ٻئي مُحرِم جو حلق ڪري تہ ڇا حڪم آهي؟

سوال: علماءِ دين ۽ شريعت جا مفتي هن مسئلي بابت ڇا ٿا فرمائن تہ مان پنهنجي گهر واريءَ سان گڏ عمري تي ويس. عمرو ڪرڻ کان پوءِ جڏهن منهنجي حلق (مٿو ڪوڙائڻ) جو وقت ٿيو، تہ ان وقت مون گهر واريءَ کي چيو ۽ هن منهنجو حلق ڪيو. پر هوءَ ان وقت احرام ۾ هئي، ڇو تہ اسان ٻنهي جيتوڻيڪ عمري جو احرام گڏ ٻڌو هو، پر طبيعت صحيح نہ هئڻ سبب هن عمري ۾ دير ڪئي هئي، تنهن ڪري هن ان وقت تائين طواف وغيره ڪجهہ بہ نہ ڪيو هو. تہ ان حالت ۾ هن منهنجو حلق ڪري ڇڏيو. ان صورت ۾ منهنجو حلق ٿي ويو يا نہ؟ ۽ انهن تي ڪجهہ لازم ٿيندو يا نہ؟

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْم

اَلْجَوَابُ بِعَوْنِ الْمَلِكِ الْوَهَّابِ اَللّٰهُمَّ هِدَايَةَ الْحَقِّ وَالصَّوَابِ

جيڪو شخص احرام جي حالت ۾ هجي، جيستائين ان جي احرام کولڻ جو وقت نہ اچي، تيستائين اهو ڪنهن جو بہ حلق نٿو ڪري سگهي، نہ مُحرِم جو ۽ نہ ئي غير مُحرِم جو. جيڪڏهن حلق ڪندو تہ گنهگار ٿيندو ۽ ان تي ڪفارو بہ لازم ٿيندو. ڪفاري ۾ تفصيل هي آهي تہ جيڪڏهن هن ڪنهن مُحرِم جو حلق ڪيو تہ صدقہ فطر جي مقدار صدقو لازم آهي، ۽ جيڪڏهن غير مُحرِم جو حلق ڪيو تہ ان صورت ۾ بہ صدقو لازم آهي پر ان جي ڪا خاص مقدار مقرر ناهي، بلڪ هڪ کجور يا هڪ مٺ ڪڻڪ بہ صدقو ڪري سگهي ٿو. فرق جو سبب هي آهي تہ پهرين صورت ۾ جنايت (خلاف ورزي) ٻي

صورت جي مقابلي ۾ سخت آهي، ڇو ته ان ۾ هن پنهنجي احرام جي خلاف ورزي ڪرڻ سان گڏ ٻئي کي به جنايت جو مرتڪب ڪيو، جڏهن ته ٻي صورت ۾ هن صرف پنهنجي احرام جي خلاف ورزي ڪئي. تنهن ڪري پهرين صورت ۾ صدقه فطر جي مقدار لازم ٿيندي ۽ ٻي صورت ۾ به جيتوڻيڪ صدقو لازم آهي پر ان جي ڪا مقدار مقرر ناهي، بلڪ جيڪو چاهي صدقو ڪري.

پڻ جنهن جو حلق ڪيو ويو، اهو جيڪڏهن احرام ۾ هجي ته ان تي دم لازم ٿيندو. ۽ جيڪڏهن احرام ۾ نه هجي يا احرام ۾ هو پر هن طواف ۽ سعي وغيره مڪمل ڪري ورتا هئا، هاڻي صرف حلق باقي آهي، ته ان صورت ۾ محلوق تي (يعني جنهن جو حلق ڪيو ويو، ان تي) ڪجهه به لازم ناهي، ڇو ته جڏهن احرام کولڻ جو وقت اچي ڇڪو ته حلق جي مسئلي ۾ هي غير مُحرِم وانگر ٿي ويو. انهيءَ ڪري اهو پنهنجو حلق پاڻ به ڪري سگهي ٿو ۽ پنهنجي مثل ٻئي شخص جو(يعني جنهن جي احرام کولڻ جو وقت اچي ڇڪو هجي، ان جو) به حلق ڪري سگهي ٿو، ته هي ان مسئلي ۾ غير مُحرِم وانگر آهي.

هن ضروري تفصيل کان پوءِ اوهان جي سوال جو جواب هي آهي ته پڇيل صورت ۾، جيئن ته اوهان جي حلق جو وقت ٿي ڇڪو هو، ته گهر واريءَ جي حلق ڪرڻ سان اوهان جو حلق درست ٿي ويو ۽ اوهان تي ڪفارو به لازم ناهي. البته اوهان جي گهر واري احرام جي حالت ۾ اوهان جو حلق ڪرڻ سبب گنهگار ٿي، تنهن ڪري هوءَ توبه ڪري ۽ ان سان گڏ ان تي بطورِ ڪفارو صدقو به لازم آهي. پر ان صدقي جي ڪا مقدار مقرر ناهي، ڇو ته هن اهڙي شخص جو حلق ڪيو جنهن جي حلق جو وقت ٿي ڇڪو هو، ته گويا هن غير مُحرِم جو حلق ڪيو. ۽ ان صورت ۾ بغير ڪنهن معين مقدار جي صدقو لازم هوندو آهي، جيئن ان جو تفصيل شروع ۾ بيان ٿيو. تنهن ڪري هوءَ جيڪو چاهي صدقو ڪري، ڪفارو ادا ٿي ويندو.

تنبيهه (نوٽ): صدقو حرم(مڪي جي حدن) ۾ ادا ڪرڻ ضروري ناهي، بلڪ حرم کان علاوه ڪٿي ٻئي هنڌ به ادا ڪيو ته به صدقو ادا ٿي ويندو. ها! افضل ۽ بهتر اهو ئي آهي ته مڪي مڪرمه جي مسڪينن کي ڏجي، ڇوته هن مسئلي ۾ امام شافعي رَحْمَةُ اللّٰهِ عَلَيْه جو اختلاف آهي ۽ انهن وٽ صدقو حرم ۾ ڏيڻ ضروري آهي، غير حرم ۾ نٿا ڏئي سگهن. ۽ اسان جي فقيهن جو ان ڳالهه تي اجماع آهي ته جيستائين پنهنجي مذهب جو مڪروه لازم نه اچي، فقيهن جي اختلاف جي رعايت ڪرڻ مستحب آهي. تنهن ڪري امام شافعي رَحْمَةُ اللّٰهِ عَلَيْه جي قول جي رعايت ڪندي صدقو حرم جي مسڪينن کي ڏيڻ افضل ۽ مستحب قرار پائيندو.




**مفتي ابو محمد علي اصغر عطاري مدني**

## (1) پٽ جو پنهنجي والد ڪان دڪان تي ڪم ڪرڻ جي پگهار وٺڻ ڪيئن آهي؟

**سوال:** علماءِ دين هن مسئلي بابت ڇا ٿا فرمائن ته مان پنهنجي والدين جي خدمت ڪندو آهيان ۽ والد صاحب جي ئي دڪان تي ڪم ڪندو آهيان ۽ ان تي پگهار نه وٺندو آهيان. جيڪا هو خرچي ڏيندا آهن، اها مان وٺندو آهيان، پر ان سان منهنجا پنهنجا خرچ پورا نه ٿي رهيا آهن، جنهن سبب مون کي پريشانيءَ کي منهن ڏيڻو پوي ٿو. منهنجو سوال هي آهي ته والد صاحب ڪان دڪان تي ڪم ڪرڻ جي پگهار وٺي سگهان ٿو يا نه؟

اَلْجَوَابُ بِعَوْنِ الْمَلِكِ الْوَهَّابِ اَللّٰهُمَّ هِدَايَةَ الْحَقِّ وَالصَّوَابِ

**جواب:** اجاري جي شرطن جو لحاظ رکندي، اوهان پنهنجي والد ڪان دڪان تي ڪم ڪرڻ جي پگهار وٺي سگهو ٿا.

هن مسئلي جو تفصيل هي آهي ته والدين جي ڪمن ۾ ڪجهه ڪم اهڙا آهن جن جو تعلق والدين جي خدمت سان آهي ۽ ڪجهه اهڙا ڪم آهن جن جو تعلق والدين جي خدمت سان نه، پر ٻين معاملن سان آهي.

والدين جي خدمت سان تعلق رکندڙ ڪم ڪرڻ تي اولاد لاءِ والدين ڪان اجرت وٺڻ جائز ناهي ۽ نه ئي انهن خدمتن جي انجام ڏيڻ سان اولاد اجرت جو حقدار ٿيندو، ڇو ته هي ڪم بغير اجرت جي ڪرڻ ئي اولاد تي واجب آهي. البته، اهي ڪم جن جو تعلق والدين جي خدمت سان نه، پر ٻين معاملن سان آهي، انهن جي ڪرڻ تي اولاد والدين ڪان اجرت وٺي سگهي ٿو ۽ دڪان تي ڪم ڪرڻ به انهن ئي معاملن مان آهي جن جو تعلق خدمت سان ناهي. تنهن ڪري، پٽ پنهنجي والد ڪان سندن دڪان تي ڪم ڪرڻ جي پگهار وٺي سگهي ٿو.

فتاويٰ عالمگيريءَ ۾ آهي: ”ولو استأجر ابنه والمرأة ابنها ليخدمها فی بيتها لم يجز ولا يجب الأجر إذا خدم إلا إذا كان حرا أو مكاتبا۔ كذا فی الخلاصة۔ وإن كان الابن حرا فاستأجر أحد الأبوين ليرعى غنما له أو استأجره لعمل آخر وراء الخدمة فإنه يجوز. كذا فی الذخيرة“

يعني: جيڪڏهن والدين پنهنجي پٽ کي گهر ۾ خدمت لاءِ اجاري تي رکن ته اهو جائز ناهي، ۽ جيڪڏهن پٽ ڪم ڪري ته به اجرت واجب نه ٿيندي، مگر اهو تڏهن آهي جڏهن پٽ آزاد هجي يا مڪاتب (اهو غلام جيڪو مالڪ

کي ڪجھ رقم ادا ڪري آزاد ٿيڻ جو معاهدو ڪري چڪو هجي). اهڙي طرح خلاصه ۾ آهي. ۽ جيڪڏهن پٽ آزاد آهي ۽ والدين مان ڪنهن کيس اجاري تي رکيو ته هو انهن جون ٻڪريون چاري يا والدين پٽ کي خدمت کان علاوه ٻئي ڪم لاءِ اجاري تي رکن ته اهو جائز آهي. (فتاوىٰ عالمگيري، 435/4)

وَاللّٰہُ اَعْلَمُ عَزَّوَجَلَّ وَ رَسُوْلُہٗ اَعْلَم صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم

## (2) مقدس جاءِ جي مٽي وڪڻڻ ڪيئن آهي؟

**سوال:** علماءِ دين هن مسئلي بابت ڇا ٿا فرمائن ته زيد هڪ مقدس جاءِ تان مٽي ڪٽي آيو آهي ۽ ٿي ٿي مٽيون مٽيءَ جون پنج پنج هزارن ۾ وڪڻي رهيو آهي. هن وڪري جو شرعي حڪم ڇا آهي؟

اَلْجَوَابُ بِعَوْنِ الْمَلِكِ الْوَهَّابِ اَللّٰهُمَّ هِدَايَةَ الْحَقِّ وَالصَّوَابِ

**جواب:** پڇيل صورت ۾ ان شخص جو مقدس جاءِ تان آندل مٽيءَ کي پنهنجي قبضي ۾ آڻي ان جو وڪرو ڪرڻ شرعي طور جائز آهي.

هن مسئلي جو تفصيل هي آهي ته اها قليل مباح (جائز) مٽي جيڪا پنهنجي جاءِ تي پيل هجي، اها شرعي طور مال ناهي، تنهن ڪري ان جو وڪرو جائز ناهي. البته، جيڪڏهن ڪو شخص ان قليل مٽيءَ کي ان جي جاءِ تان منتقل ڪري پنهنجي قبضي ۾ آڻي ۽ عرف عام ۾ ان مٽيءَ ڏانهن ماڻهن جي رغبت هجي، ان جو واپار ڪندا هجن، ان کي سنڀالي رکندا هجن، ته اهڙي مٽي شرعي طور مال آهي ۽ ان جو وڪرو به جائز آهي. مقدس جاءِ تان آندل مٽيءَ کي پنهنجي قبضي ۾ آڻي ان جو وڪرو ڪرڻ شرعي طور جائز آهي. جيئن ته مباح پاڻي جيڪو پنهنجي جاءِ تي هجي، ان جو وڪرو جائز ناهي، پر جڏهن ان کي ٿانوَ وغيره ۾ ڀري پنهنجي قبضي ۾ آندو وڃي ته ان جو وڪرو جائز آهي.

حديث پاڪ ۾ آهي: ”فدعا صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم له بالبركة في بيعه، وكان لو اشترى التراب لربح فيه“ رسول الله صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم حضرت عروه رَضِیَ اللّٰہُ عَنْہُ لاءِ سندن واپار ۾ برڪت جي دعا فرمائي. پوءِ جيڪڏهن هو مٽي به خريد ڪن ها ته ان ۾ به نفعو ڪمائين ها. (بخاري، ص 592)

هن حديث پاڪ جي حوالي سان مرآة المناجيح ۾ آهي: ”يا مٽي ئي مراد آهي ته مٽيءَ جو واپار جائز آهي. خاص طور تي مديني پاڪ جي مٽيءَ جو واپار ته هاڻي به وڏي زور شور سان ٿئي ٿو، اتان جي خاڪِ شفا حاجي تحفي طور آڻيندا آهن. ڪنڀار جهنگلي مٽي مفت ڪٽي ايندا آهن ۽ شهر ۾ وڪڻندا آهن، اهو به جائز آهي.“

(مرآة المناجيح، 309/4)

بهارِ شريعت ۾ آهي: ”مال اها شيءِ آهي جنهن ڏانهن طبيعت جو لاڙو هجي، جنهن کي ڏنو ۽ ورتو ويندو هجي، جنهن کان ٻين کي روڪيو ويندو هجي، جنهن کي ضرورت

وقت لاءِ جمع رکيو ويندو هجي. تنهن ڪري قليل مٿي جيستائين پنهنجي جاءِ تي آهي، مال ناهي ۽ ان جو وڪرو باطل آهي. البت جيڪڏهن ان کي ٻي جاءِ تي منتقل ڪري ڪنيو وڃي تہ پوءِ اها مال آهي.“ (بهارِ شريعت، 696/2)

وَاللّٰهُ اَعْلَمُ عَزَّوَجَلَّ وَ رَسُوْلُهٗ اَعْلَم صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم

## (3) قادياني ءَ کان گهر ڪرائي تي وٺڻ ڪيئن آهي؟

**سوال :** عُلماءِ دين هن مسئلي بابت ڇا ٿا فرمائن تہ قادياني ءَ کان گهر ڪرائي تي وٺڻ ڪيئن آهي؟

اَلْجَوَابُ بِعَوْنِ الْمَلِكِ الْوَهَّابِ اَللّٰهُمَّ هِدَايَةَ الْحَقِّ وَالصَّوَابِ

**جواب :** قادياني، مرزا غلام احمد ڪذاب کي نبي مڃڻ ۽ اهڙن ٻين ڪيترن ئي ڪفريہ عقيدن سبب ڪافر ۽ مرتد آهن. ۽ مرتدن بابت شريعت جو حڪم هي آهي تہ انهن سان ميل جول رکڻ، اٿڻ ويهڻ، کائڻ پيئڻ، ڏيتي ليتي وغيره سڀ حرام ۽ سخت گناهہ جا ڪم آهن. تنهن ڪري، قادياني ءَ کان گهر ڪرائي تي وٺڻ جائز ناهي.

حديثِ پاڪ ۾ آهي:

”اياكم واياهم لايضلونكم ولايفتنونكم“

يعني: انهن کان بچو، انهن کي پري رکو، متان اهي اوهان کي گمراهہ نہ ڪن، اوهان کي فتني ۾ نہ وجهن. (مسلم، ص23)

مرتد سان اجارو ڪرڻ بابت سيدي اعليٰ حضرت، امامِ اهلِ سنت، امام احمد رضا خان عليہ رحمة الرحمٰن فرمائن ٿا: ”نہ انهن جي نوڪري ڪرڻ جي اجازت آهي، نہ انهن کي نوڪر رکڻ جي اجازت، ڇو تہ انهن کان پري ڀڄڻ ۽ انهن کي پاڻ کان پري ڪرڻ جو حڪم آهي. رسول الله صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمائن ٿا: ”اياكم واياهم لايضلونكم ولايفتنونكم“ يعني: انهن کان بچو، انهن کي پري رکو، متان اهي اوهان کي گمراهہ نہ ڪن، اوهان کي فتني ۾ نہ وجهن.“ (فتاويٰ رضويہ، 412/14)

هڪ ٻئي هنڌ قاديانين سان معاملا ڪرڻ بابت سيدي اعليٰ حضرت، امامِ اهلِ سنت، امام احمد رضا خان عليہ رحمة الرحمٰن فرمائن ٿا: ”قادياني مرتد آهن، انهن هٿان نہ ڪجهہ وڪرو ڪيو وڃي نہ انهن کان خريد ڪيو وڃي، انهن سان ڳالهائڻ جي بہ اجازت ناهي.“ (فتاويٰ رضويہ، 598/23)

وقارُ الفتاويٰ ۾ آهي: ”قاديانين جا ٻئي گروپ (لاهوري ۽ احمدي) ڪافر ۽ مرتد آهن. ۽ مرتد جا احڪام اهلِ ڪتاب ۽ مشرڪن کان الڳ آهن. شريعت موجب مسلمان، مرتد سان معاملا بہ نٿو ڪري سگهي. ان سان ملڻ جلڻ، کائڻ پيئڻ سڀ ناجائز آهي. تنهن ڪري، انهن سان واپار رکڻ، اٿڻ ويهڻ، کائڻ پيئڻ سڀ حرام آهي.“ (وقار الفتاويٰ، 274/1)

وَاللّٰهُ اَعْلَمُ عَزَّوَجَلَّ وَ رَسُوْلُهٗ اَعْلَم صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم



# اسلاف جي قلم مان

## اولاد جي تربيت

حضرتِ عمر بن عبدالعزيز رَحْمَةُ اللّٰہِ عَلَيْه پنهنجي اولاد جي تعليم ۽ تربيت جو نهايت عمدو انتظام ڪيو، جيئن ته جليل القدر مُحدِّث حضرت صالح بن ڪيسان رَحْمَةُ اللّٰہِ عَلَيْه جيڪي سندن به استادِ محترم هئا، انهن کي پنهنجي اولاد جو استاد مقرر ڪيو. (التحفة اللطيفة في تاريخ المدينة الشريفة، 403/1) ان ڪان علاوه سندن آزاد ڪيل غلام سهل به اولاد جي سنڀال تي مامور هئا. حضرت عمر بن عبدالعزيز رَحْمَةُ اللّٰہِ عَلَيْه انهن کي بهترين تعليم ۽ تربيت ڏيڻ تي پاڻ به توجهه ڪندا رهندا هئا، جيئن ته هڪ ڀيري انهن کي خط ۾ لکيائون:

### اولاد جي تربيت جي فڪر تي مشتمل هڪ خط

مون گهڻو سوچي سمجهي توهان کي پنهنجي اولاد جي تعليم ۽ تربيت لاءِ چونڊيو آهي، انهن کي تَرڪِ صحبت (بُري صحبت ڇڏڻ) ڏانهن توجُهُ ڏياريو ڇو ته اها غفلت پيدا ڪري ٿي، انهن کي گهٽ کِلڻ ڏيو ڇو ته وڌيڪ کِلڻ دل کي مُردو ڪري ڇڏيندو آهي، توهان جي ڪوششن جي نتيجي ۾ هڪ اهم ڳالهه جيڪا هو سِکن اها هي آهي ته انهن کي ڳانن باجن کان نفرت هجي ڇو ته ڳانو ٻڌڻ دل ۾ اهڙيءَ طرح نِفاق پيدا ڪري ٿو جهڙيءَ طرح پاڻيءَ سان گاهه ڦٽندو آهي، منهنجي پُٽن مان هر هڪ جي جَدوَل (ٽائيم ٽيبل) ۾ اهو به هجي ته هو قرآن مجيد کولي ۽ نهايت اِحتياط سان ان جي قِراءَت ڪري، جڏهن ان مان فارغ ٿي وڃي ته هٿ ۾ تير ۽ ڪمان کڻي اگهاڙين پيرين (يعني بغير جُتيءَ جي) نڪري وڃي ۽ ست تير هلائي نشانہ بازي جي مَشق ڪري، پوءِ قيلولہ (يعني منجهند جو آرام) ڪرڻ لاءِ واپس اچي ڇو ته حضرت ابن مسعود رَضِیَ اللّٰهُ عَنْهُ فرمائن ٿا: ”قيلولہ ڪريو ان ڪري جو شيطان قيلُولہ نٿو ڪري“.

(سيرة ومناقب عمر بن عبد العزيد لابن الجوزى،ص296 ملخصاً)

### پُٽ جي نالي نصيحت آموز خط

حضرتِ عمر بن عبدالعزيز رَحْمَةُ اللّٰہِ عَلَيْه ستو سنئون پنهنجي اولاد کي به تربيت ۽ نصيحت جي مَدَني گلن سان نوازيندا رهندا هئا، جيئن ته پنهنجي پُٽ جي نالي هڪ خط ۾ لکيائون: تون پنهنجي پاڻ ۽ پنهنجي والد تي الله تعالىٰ جي اِحسانن کي ياد ڪر، پوءِ پنهنجي پيءُ جي انهن ڪمن ۾ مدد ڪر جن تي ڪيس قدرت حاصل آهي ۽ ان معاملي ۾ به مدد ڪر جنهن جي باري ۾ تون اهو سمجهين ٿو ته منهنجو پيءُ انهن کي اَنجام ڏيڻ کان عاجِز آهي. تون پنهنجي جان، صحت ۽ جوانيءَ جو پورو خيال رک، جيڪڏهن توکان ٿي سگهي ته پنهنجي زبان تَحميد (الله جي تعريف) ۽ تسبيح (الله جي پاڪائي) جي صورت ۾ الله پاڪ جي ذِڪر سان آلي رک، ان لاءِ ته تنهنجي سٺين ڳالهين مان سڀ کان سٺي ڳالهه الله پاڪ جي

حمد ۽ ان جو ذِڪر آهي. جيڪو شخص جنت جي رَغبَت رکندو هجي ۽ جهنم کان ڀڄندو هجي تہ اهڙي حالت واري ماڻهوءَ جي توبہ قبول ٿيندي آهي، ان جا گناهہ معاف ڪيا ويندا آهن. مدّتِ مقرره (يعني موت) جي اچڻ کان پهريان ۽ عمل جي خَتم ٿيڻ کان پهريان ۽ الله پاڪ جنن ۽ اِنسانن کي انهن جي اعمالن جو بدلو ڏيڻ کان پهريان، الله تعاليٰ انهن کي انهن جي اعمالن جو بدلو ڏيندو، اهڙي جاءِ تي جتي فِديو قبول نہ ڪيو ويندو ۽ جتي معذرت نَفعي بخش نہ هوندي ۽ جتي لڪل اُمور ظاهر ٿي ويندا، ماڻهو پنهنجن اعمالن جو بدلو وٺي موٽندا ۽ متفرق ٿي پنهنجن پنهنجن ماڳن ڏانهن ويندا، پوءِ ان ماڻهوءَ لاءِ خوشخبري آهي جنهن الله پاڪ جي اِطاعت ڪئي ۽ ان ماڻهوءَ لاءِ هلاڪت آهي جنهن الله تعاليٰ جي نافرماني ڪئي، پوءِ جيڪڏهن الله تعاليٰ توکي مالداري عطا ڪري آزمائي تہ پنهنجي مالداريءَ ۾ ميانہ رَوِي (وچٿرائي) اِختيار ڪجانءِ ۽ الله پاڪ جي رضا لاءِ پاڻ کي جهڪاءِ ۽ پنهنجي مال ۾ الله تعاليٰ جا حُقُوق ادا ڪر ۽ مالداريءَ جي وَقت اها ڳالهہ چئجانءِ جيڪا حضرت سليمان عَلٰي نَبِيِّنَاوَعَلَيْهِ الصَّلٰوةُوَالسَّلَام چئي هئي، يعني

(هٰذَا مِنْ فَضْلِ رَبِّیْ ۖ لِیَبْلُوَنِیْۤ ءَاَشْكُرُ اَمْ اَكْفُرُ)

ترجمو: هي منهنجي ربّ جي فضل سان آهن تہ جيئن مون کي آزمائي تہ مان شڪر ڪيان ٿو يا ناشڪري. (پ19، النمل:40) ۽ تون فخر ۽ خودپسنديءَ کان اِجتِناب ڪجانءِ ۽ اهڙيءَ طرح پنهنجي رب جي ڏنل مال بابت اهو گمان نہ ڪجانءِ تہ اهو تنهنجي ڪنهن شرافت جي ڪري توکي مليو آهي يا ڪنهن اهڙي فضيلت جي بنياد تي مليو آهي جيڪا انهن ماڻهن ۾ ناهي جن کي الله تعاليٰ اهو مال ناهي ڏنو، پوءِ جيڪڏهن تو الله پاڪ جي شڪر ۾ ڪوتاهي ڪئي تہ فَقر ۽ فاقي جو مزو چکيندا ۽ انهن ماڻهن مان ٿيندين جن مالداريءَ جي بنياد تي سَرڪشي ڪئي ۽ انهن کي اعمالن جو بدلو دنيا ۾ ڏنو ويو، بيشڪ مان توکي هي نصيحت ڪري رهيو آهيان جڏهن تہ مان پنهنجي نَفس تي گهڻو ظُلم ڪرڻ وارو آهيان، گهڻن اُمورن ۾ غلطي ڪرڻ وارو آهيان ۽ جيڪڏهن ماڻهو پنهنجن اُمورن جي نيڪ ٿيڻ تائين ۽ الله تعاليٰ جي عبادت ۾ ڪامل ٿيڻ تائين پنهنجي ڀاءُ کي نصيحت نہ ڪري ها تہ ماڻهو امربالمعروف ۽ نهي عن المنڪر کي ڇڏي ڏين ها ۽ حرام ڪمن کي حلال سمجهڻ لڳن ها ۽ نصيحت ڪرڻ وارا ۽ زمين ۾ الله لاءِ خيرخواهي ڪرڻ وارا گهٽ ٿي وڃن ها، پوءِ الله تعاليٰ ئي لاءِ سڀ تعريفون آهن جيڪو زمينن ۽ آسمانن جو پروردگار آهي، ۽ انهيءَ لاءِ زمين ۽ آسمان ۾ ڪِبريائي ثابت آهي ۽ اهو ئي غالب ۽ حڪمت وارو آهي.

(حلية الاولياء، 309/5، رقم:7223 ملخصاً)



# ڪم جون ڳالهيون

## دعوتِ اسلامي جي مرڪزي مجلس شوريٰ جا نگران مولانا محمد عمران عطاري

اَلْحَمْدُ لِلّٰه! اسلام اَمُن پسند، سچو، ڪامل ۽ اَڪمل ۽ عالمگير مذهب آهي. اسلام ۾ ديني، دنيوي، اُخروي، اخلاقي، ظاهري، باطني، گهريلو، خانداني، معاشرتي ۽ معاشي بلڪ هر اعتبار سان زندگيءَ جي تمام شعبن لاءِ بهترين اُصول ۽ ضابطا ۽ شاندار هدايتون موجود آهن، جيڪي هن حقيقت کي ثابت ڪن ٿيون ته ”اسلام مڪمل ضابطہ حيات آهي“. نگران شوريٰ حاجي عمران عطاري پنهنجي هڪ بيان ۾ اسلام جي انهن ئي خوبين کي بيان فرمائي هي ترغيب ڏياري ته اسلام ۾ پورا داخِل ٿي وڃو. انهن مان چند مدني گل ملاحظہ ڪيو:

**(1)** اسلام اسان جو ڪامل ۽ اڪمل دين آهي، قرآن ۽ حديث اسان کي ان کي مڪمّل اپنائڻ جي دعوت ڏني آهي. سورت البقرة آيت نمبر 208 ۾ رب ڪريم ارشاد فرمائي ٿو.

ترجمو ڪنزالعرفان: اي ايمان وارؤ! اسلام ۾ پورا پورا داخل ٿي وڃو. اسلام ۾ پورو داخل ٿيڻ جي وضاحت هي آهي ته اسلام جي احڪامن جي پوري اِتّباع ڪيو.

**(2)** اڄ ڪلھ ماڻهو غير مسلمن جي ڪوالٽيز، انهن جي مينرز ۽ انهن جي اقدار کان گهڻو متاثر نظر ايندا آهن؛ انهن جي اٿڻ ويهڻ، هلڻ ڦرڻ، کائڻ پيئڻ جي انداز کي بحث هيٺ آڻيندي نہ ٿا ٿڪجن ۽ انهن کي فالو ڪرڻ جون ڳالهيون ڪن ٿا، جڏهن تہ اسان جون ديني اقدار ۽ روايتون هن سڀ کان وڌيڪ ۽ گهڻو حسن رکندڙ آهن، هر هر پهلوءَ تي رهنمائي موجود آهي پر اسان کي ان جو احساس تڏهن ئي ٿيندو جڏهن اسان پورا پورا اسلام ۾ داخل ٿي ويندا سين.

**(3)** اڄ اسان هيڏانهن هوڏانهن ڏسون ٿا ۽ جيڪي اصول ۽ طريقيڪار شريعت اسان کي سيکاري ٿي ان جي مڪمّل معلومات ناهي. ٿورو غور ڪيو تہ قرآن جي آيتن ۽ انهن آيتن جي وضاحت بابت اسان جو ڪيترو مطالعو آهي؟ احاديثِ مبارڪ بابت اسان جي اسٽڊي ڪيتري آهي؟

**(4)** جيڪڏهن ڪو ماڻهو گهر جي ڳالھ ڪري ۽ ان گهر جي ڇت ئي نہ هجي تہ ان کي ڪو بہ گهر نہ چوندو، ڇو تہ گهر جون پٽيون

هونديون آهن، ان جي ڇت هوندي آهي، گهر جو هڪ اسٽرڪچر هوندو آهي، جنهن ۾ انسان رهندو آهي ته اهو گهر ان کي هر طرح جي آب و هوا، مٽي، طوفان، برسات، چوري ڊڪيتي ۽ گهڻين شين کان پروٽيڪٽ ڪندو آهي، اهڙيءَ طرح اسلام ۾ مڪمّل داخل ٿيڻ سان اسلام اسان کي پروٽيڪٽ ڪندو آهي ۽ هي اسلام جي خوبي آهي.

**(5)** مفتي احمد يار خان نعيمي رَحمَۃُ اللّٰہِ عَلَیْہ لکن ٿا: منافقن ڪلمو پڙهي اسلام جي آڙ ورتي. جنهن سان هو قتل کان ته بچي ويا. پر شيطان چور ۽ دوزخ جي سردي گرمي کان نه بچي سگهيا. (جڏهن ته) مؤمن اسلام ۾ اهڙيءَ طرح داخل ٿي ويا جو دل ۾ اسلام جا عقيدا اچي ويا. دماغ ۾ عشقِ نبي جو سودو، عضون ۾ اسلام جا احڪام. هو بفضله تعاليٰ هر طرح سان محفوظ ٿي ويا. (تفسيرنعيمي، 314/2)

**(6)** دين اسلام اسان جي عزّت ۽ ناموس جو محافظ، اسان کي سڪون ۽ قرار مهيّا ڪرڻ وارو، مڪمل ضابطۂحيات ڏيڻ وارو، هر دَور ۽ هر ملڪ ۾ ماڻهن جي رهنمائي ڪرڻ وارو آهي.

**(7)** هاڻي ڪو نئون دين نه ايندو ڇو ته هاڻي ڪو نبي نه اچڻو آهي، هاڻي اسان ئي کي دين جي خدمت ڪرڻي آهي، نيڪي جي دعوت ڏيڻي آهي، قرآن ۽ حديث جي تعليم عام ڪرڻي آهي.

**(8)** هر خشڪ ۽ آلي شيءِ جو علم قرآنِ پاڪ ۾ موجود آهي، احاديثِ مبارڪ ۾ هر ڳالهه جي رهنمائي ملي ٿي، مڪمل طور تي اسان کي سيکاريو ۽ سمجهايو ويو آهي.

**(9)** علومِ دين چئن حصن ۾ ورهايل آهن: عقائد، عبادات، معاملات، اخلاقيات. هي چار حصا آهن.

عقائد جي مڪمل معلومات دينِ اسلام ڏني آهي، الله جي باري ۾ عقيدو، اَنبياء ۽ رُسُل، جنّت ۽ جهنّم ۽ فرشتن جي باري ۾ ڪهڙا عقيدا آهن؟ ايمان جي تعريف، ڪُفر ۽ شِرڪ ڪنهن کي چوندا آهن؟ ڪهڙن ڪهڙن ڪلمن ۽ افعال سان ايمان برباد ٿي ويندو آهي؟ جيڪڏهن مَعَاذَالله ڪنهن جو ايمان برباد ٿي ويو ته اهو ڪهڙو طريقو آهي جو هو وري مسلمان ٿي وڃي؟

اهڙيءَ طرح اسلام عبادتن جي مڪمل معلومات فراهم ڪندو آهي جو نماز پڙهڻي آهي ته ڪيئن پڙهڻي آهي؟ طَهارت ڪيئن حاصل ٿيندي؟ غسل جا فرض ڪهڙا آهن؟ زڪوٰة جا اَحڪام، زڪوٰة ڪنهن تي فرض آهي، ڪيتري زڪوٰة اَدا ڪرڻي آهي؟ اهڙيءَ طرح صاحبِ استطاعت تي حج فرض آهي ته

ان کي حج ڪيئن ڪرڻو آهي؟ اهڙيءَ طرح ٻيون بہ گهڻيون عبادتون آهن جن جي ادائيگي جو علم سکڻ بہ فرض آهي.

**(10)** تنگدستيءَ مفلسي جو حل اسلام ۾ موجود آهي، دنيا ۾ گهڻا معاشي سسٽم متعارف ڪرايا ويا، پنج ڏهہ پنجاھہ سالن کانپوءِ سرمائيڪاري جا اهي نظام تبديل ٿيندا رهندا آهن. انهن نظامن سان غريب ويتر غريب ٿيندو پيو وڃي ۽ امير امير تر ٿيندو پيو وڃي، چو تہ اسلام جيڪو معاشي نظام ڏنو آهي اهو اسان پوري طرح نافذ ئي نہ ڪري سگهياسين ۽ نافذ تڏهن ڪنداسين جڏهن اسلامي تعليمات کي پڙهيو بہ هوندو.

**(11)** اسلام اميرن کان دولت وٺي غريبن جو ڀلو ڪيو آهي جنهن لاءِ زڪوٰة ۽ عُشر جو نظام ڏنو آهي تہ ايتري مال تي ايتري زڪوٰة آهي ۽ مال ڪيڻ کانپوءِ اهو بہ ٻڌايو تہ ڪنهن کي ڪيترو ڏيڻو آهي ۽ ڪنهن کي ناهي ڏيڻو.

**(12)** اسلام هر هڪ شيءِ واضح بيان ڪري ڇڏي آهي، اسان پنهنجي سليبس جو هڪ ڪتاب پڙهي وٺون ٿا ۽ ان کي ئي اسلامي تعليمات جي ڪل ڪائنات سمجهي وٺون ٿا، ان کان علاوه معلومات لاءِ اسان وٽ ٽائيم ئي ناهي.

**(13)** اسان اسڪول، ڪاليج، يونيورسٽي جا ڪتاب پنهنجي امتحان ۾ ڪاميابي لاءِ پڙهندا آهيون، ياد رکو! هڪ امتحان قبر ۾ بہ ٿيڻو آهي، ڇا ان بابت ڪڏهن سوچيو تہ اتي بہ ڪجھہ سوال پڇيا ويندا، ڇا ڪڏهن قِيامت جي امتحان ۽ ان جي تياري لاءِ ڪڏهن سوچيو آهي؟

**(14)** اسان جي ايجوڪيشن سسٽم ۾ امتحان جا سوال اڳي ئي نہ ٻڌايا ويندا آهن پر اسلام آخرت جا سيئي سوال اڳي ئي ٻڌائي ڇڏيا ۽ ان جي تياري لاءِ قرآن پاڪ جي آيت ۾ هي حڪم ڏئي ڇڏيو تہ اسلام ۾ پورا پورا داخل ٿي وڃو.

**(15)** هن امتحان جي تياري لاءِ پهريان عقائد جو علم سکڻو آهي، عبادات جو علم سکڻو آهي ان تي عمل ڪرڻو آهي، معاملات جو علم سکڻو آهي ان تي عمل ڪرڻو آهي، اخلاقيات جو علم سکڻو آهي ۽ ان تي عمل ڪرڻو آهي.

**(16)** انساني حُقوق جو سڀ کان وڏو داعي اسلام آهي، اسلام کان وڌيڪ ڪو هيومن رائٽس بيان نٿو ڪري. غير مسلمن جا رائٽس، انهن سان ڪيئن سُلوڪ ۽ ڪهڙي معاملي ۾ ڪيئن برتاءُ ڪرڻو آهي، اهو اسلام بيان ڪري ٿو.
**(17)** اسلام ئي اهو واحد دين آهي جيڪو

انسانن جا حُقوق کولي کولي بيان ڪري ٿو، ماءُ پيءُ، ڀيڻ ڀاءُ، اولاد، قريبي مائٽ، پاڙيسري، عام مسلمانن، انهن سڀني جا حُقوق الڳ الڳ بيان ڪيا آهن.

**(18)** اڄ گهڻي وڏي تعداد آهي مسلمانن جي جن کي قرآن ڏسي پڙهڻ نٿو اچي، مختلف ملڪن ۾ وڃڻ لاءِ اسان مختلف زبانون ته سکون ٿا پر قرآن سکڻ لاءِ ٽائيم ناهي.

**(19)** جيڪڏهن توهان کي قرآن پڙهڻ نٿو اچي ته مدرسة المدينہ بالغان ۾ اچي وڃو، دعوتِ اسلامي توهان کي سيکاريندي، غسل ڪرڻ نٿو اچي ته غسل جا مسئلا دعوتِ اسلامي سيکاريندي، وُضو جو طريقو نٿو اچي ته دعوتِ اسلامي سيکاريندي.

**(20)** دعوتِ اسلامي عقائد، عبادات، معاملات ۽ اخلاقيات سڀ ڪجهه توهان کي سيکاري ٿي.

**(21)** اَلْحَمْدُ لِلّٰه! دعوتِ اسلامي جو ديني ماحول اسان کي آيت مبارڪ "اسلام ۾ پورا پورا داخل ٿي وڃو" جو مصداق بڻائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو.

**(22)** دعوتِ اسلامي توهان کي هڪ باعمل ۽ سچو عاشقِ رسول مسلمان بڻائي ڇڏيندي آهي.

**(23)**گستاخانِ رسول جو عملي بائيڪاٽ ڪريو، پر افسوس اسان ڪائون پيئون انهن وانگر ٿا، انهن جو ڪلچر اپنايون ٿا. اسلام ۾ سڀ ڪجهه آهي ته پوءِ اسان اسلامي ڪلچر ڇڏي ڇو ڪنهن ٻئي کان متاثر ٿيون ٿا؟

**(24)** اسلام عورت کي چادر ۽ چوديواري ۾ تحفّظ فراهم ڪيو آهي، عورت جي آزادي ۾ آزادي ناهي، انهن جي عزّت جي بربادي آهي.



روشن ستارا

# حضرت عثمان رَضِيَ اللهُ عَنْهُ ۽ قرآن جو شوق

مولانا عدنان احمد عطاري مدني

پياري آقا صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي محبت جي نشانين مان هڪ نشاني قرآن جي محبت آهي، اهو قرآنِ عظيم جيڪو پياري آقا صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم تي نازل ٿيو (۽ رهندي دنيا تائين لاءِ) هدايت آهي، اخلاقيات جي اعليٰ تعليم آهي. جيڪڏهن اسان اهو ڄاڻڻ چاهيون ٿا تہ اسان جي دل ۾ الله ڪريم ۽ ان جي رسولِ رحيم صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم سان ڪيتري محبت آهي، تہ پنهنجي دل ۾ قرآن جي رغبت ۽ محبت کي ڏسڻ گهرجي ۽ ان کي پڙهڻ جو لطف ۽ سرور محسوس ڪرڻ گهرجي تہ ڪيترو آهي؟ جو تہ قرآن جو لطف ۽ سرور انهن ماڻهن جي (ظاهري) لطف ۽ سرور کان گهڻو وڌيڪ آهي جيڪي لغويات ۾ مست رهن ٿا ۽ موسيقي وڄائڻ (۽ ٻڌڻ) سان جهومندا ۽ لذت حاصل ڪندا آهن. (مواهب لدنيہ، 2/498) حضرت عثمان غني جتي حياءَ، سخاوت ۽ جمعِ قرآن جي اعتبار سان مشهور آهن، اتي ڪثرتِ تلاوت ۽ شوقِ قرآن سان بہ معروف آهن. هن مضمون ۾ اسان ذوالنورين حضرت سيدنا عثمان غني رَضِيَ اللهُ عَنْهُ جي شوقِ تلاوت جي اعليٰ وصف بابت پڙهنداسين: سڀ کان پهريون شخص جن مقامِ ابراهيم جي پويان پورو قرآن ختم ڪيو، اهي حضرت عثمانِ غني رَضِيَ اللهُ عَنْهُ هئا. (اخبار مكة للفاكهي، 218/3) حضرت عثمانِ غني رَضِيَ اللهُ عَنْهُ اها پهرين هستي آهن جن هڪ مصحف ۾ قرآن جمع ڪيو ۽ ان کي لکيو، پوءِ ان کي مسجد ۾ رکيو ۽ هر صبح ان جي تلاوت ڪرڻ جو حڪم جاري فرمايو. (وفاء الوفاء للسمهودي، ص675)

**معمولات:** حضرت عثمان رَضِيَ اللهُ عَنْهُ رات جو گهڻي نماز ۽ تلاوت ڪندا هئا، ڪڏهن ڪڏهن هڪ رڪعت ۾ پورو قرآن پڙهي وٺندا هئا. (تفسير ابن ابي حاتم، الزمر، تحت الآية: 9، ص3248، رقم:18378) هڪ روايت ۾ آهي تہ پاڻ پوري رات شب بيداري فرمائيندا هئا ۽ گهڻائي پيرا هر رڪعت اندر ختم قرآن ڪندا هئا. (السنن الكبريٰ للبيقي، 555/2، حديث: 4059۔ طبقات الكبريٰ للشعراني، 29/1) حج جي ڏينهن ۾ پاڻ رَضِيَ اللهُ عَنْهُ جي عادتِ مبارڪ هئي تہ حجرِ اسود وٽ هڪ رڪعت ۾ پورو قرآنِ عظيم ختم ڪندا هئا. (سبل الهديٰ والرشاد، 285/11) حضرت عبدالرحمٰن تيمي رَحْمَةُ اللّٰهِ عَلَيْه

چون ٿا: مان هڪ رات شب بيداري لاءِ مقامِ ابراهيم وٽ بيٺو هوس تہ دل ۾ چيم: اڄ رات ڪو مون کان (عبادت ۾) اڳتي نہ وڌي سگهندو، پوءِ منهنجي پويان ڪو آيو ۽ مون کي اشارو ڪيائين پر مون ان ڏانهن توجہ نہ ڪئي، هن وري اشارو ڪيو، مون توجہ ڪئي تہ اهي حضرت عثمان غني رَضِیَ اللّٰہُ عَنْہُ هئا، مان انهن سان گڏ نماز ۾ شامل ٿي ويس، هنن هڪ رڪعت ۾ پورو قرآن پڙهي ڇڏيو. (شعب الايمان، 398/2، حديث:2183-مختصر قيام الليل للمروزي، ص62)

## هر هفتي ختمِ قرآن فرمائيندا هئا:

حضرت عثمانِ غني رَضِیَ اللّٰہُ عَنْہُ جمعي مبارڪ جي رات سوره بقره کان سوره مائده تائين تلاوت ڪندا هئا (پوءِ ڇنڇر جي رات) سورت انعام کان سوره هود تائين (پوءِ آچر جي رات) سورت يوسف کان سورت مريم تائين (پوءِ سومر جي رات) سورت طٰہٰ کان سورت طٰسم (قصص) تائين(پوءِ اڱاري جي رات) سورت عنڪبوت کان سورت ص تائين (پوءِ اربع جي رات) سورت زمر کان سورت رحمٰن تائين قرآن جي تلاوت ڪندا هئا، پوءِ خميس جي رات ختم فرمائي وٺندا هئا، اهڙيءَ طرح شبِ جمعہ کان خميس جي رات تائين هفتي اندر هڪ قرآن پڙهي وٺندا هئا. (مختصر قيام الليل للمروزي، ص155) پاڻ جنهن مصحف ۾ ڏسي تلاوت ڪندا هئا، اهو بار بار هٿ لڳائڻ جي ڪري بوسيده ٿي شهيد ٿي چڪو هو. (البداية والنهاية، 307/5) پيارا اسلامي ڀائرو! اسان کي حضرت عثمان غني رَضِیَ اللّٰہُ عَنْہُ جي انهن مبارڪ افعال کي سامهون رکي غور ڪرڻ گهرجي تہ ڇا اسان مهيني ۾ هڪ ڀيرو ختمِ قرآن ڪري وٺون ٿا يا سال ۾ صرف هڪ ڀيرو يا اڄا تائين پوري عمر ۾ هڪ ڀيرو ختمِ قرآن ڪيو آهي يا فقط رمضان ۾ ئي پڙهون ٿا ۽ پورو سال قرآن مقدس کولي بہ نٿا ڏسون.

**سهڻا قول:** حضرت عثمانِ غني رَضِیَ اللّٰہُ عَنْہُ جا فرمان بہ ان تي شاهد آهن تہ پاڻ تلاوتِ قرآن جو ڪيترو ذوق رکندا هئا: (1) جيڪڏهن توهان جون دليون پاڪيزه هجن ها تہ پنهنجي رب جي ڪلام (قرآن پڙهڻ) کان ڪڏهن بہ نہ ڌاپجن ها. (الزهد لاحمد، ص 154، رقم: 680) (2) ڪيئن ٿي سگهي ٿو تہ محبت ڪرڻ واري جي دل پنهنجي محبوب جي ڪلام کان ڍرجي وڃي، ڇو تہ محبت ڪرڻ واري جو وڏو مقصد تہ اهو ئي هوندو آهي تہ هو پنهنجي محبوب جي ڪلام مان لطف اندوز ٿيندو رهي. (مواهب لدنيہ، 498/2) (3) مون کي اهو پسند ناهي تہ منهنجو ڪو ڏينهن اهڙو گذري ۽ يا ڪا رات اهڙي گذري جو مان جنهن ۾ ڪلام پاڪ کي نہ ڏسان.

(السنة لعبدالله بن احمد، ص147، رقم:122)

**شاگرد:** حضرت عثمان رَضِیَ اللّٰہُ عَنْہُ کان 146

حديثون مروي آهن. (تهذيب الاسماء واللغات، 322/1)

هڪ حديثِ مبارڪ قرآن ڪريم سکڻ ۽ سيکارڻ جي فضيلت تي روايت ڪن ٿا تہ نبيِ ڪريم صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ارشاد فرمايو: توهان مان سڀ کان افضل اهو آهي جنهن قرآن سکيو ۽ ٻين کي سيکاريو.(بخاري، 410/3، حديث: 5028) جهڙيءَ طرح حضرت عثمان رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهُ قرآنِ ڪريم پياري آقا صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کان سکيو، اهڙيءَ طرح تابعي حضرات بہ حضرت عثمان کان قرآن جي تعليم حاصل ڪئي. پاڻ رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهُ جي ڪجھ شاگردن جا نالا بہ ملن ٿا: ابو عبدالرحمٰن سُلَمي، مُغيره بن ابو شهاب، ابو الاَسْوَد دُئلي، زِرّ بن حُبشي رَحْمَةُ اللّٰهِ عَلَيْهِم. (تاريخ الاسلام للذهبي، 467/3-غاية النهاية في طبقات القراء لابن جزري، 267/2) حضرت ابو عبدالرحمٰن سُلمي رَحْمَةُ اللّٰهِ عَلَيْه قرآنِ مجيد جي قراءَت حضرت عثمان غني رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهُ کان سکي ۽ 32 هجري کان 72 هجري، 40 سالن تائين ڪوفي جي سڀ کان وڏي مسجد ۾ قرآن جي تعليم ڏيندا رهيا. (السبعة في القراءات لابن مجاهد، ص68، 69- بخاري، 410/3، حديث: 5027) حضرت مغيره بن ابو شهاب مخزومي رَحْمَةُ اللّٰهِ عَلَيْه حضرت عثمان رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهُ جي سامهون پورو قرآن پڙهيو ۽ انهن جي وچ ۾ ڪو بہ نہ هو. (فضائل القرآن للقاسم بن سلام، ص359) حضرت عثمان غني رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهُ صبح جي نماز ۾ گهڻو ڪري سورت يوسف جي تلاوت ڪندا هئا، حضرت فُرافِصہ بن عُمير رَحْمَةُ اللّٰهِ عَلَيْه حضرت عثمان رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهُ کان ٻڌي ان سورت کي ياد ڪري ورتو. (موطأ للامام مالڪ، 94/1، حديث: 188)

عطا ہو شوق مولیٰ مدرسے میں آنے جانے کا
خدایا ذوق دے قرآن پڑھنے کا پڑھانے کا

**وصال مبارڪ:** 18 ذوالحج سن 35 هجري تي ڪجھ فاسق ۽ بيوقوف ماڻهو هٿيار کڻي حضرت عثمان غني رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهُ کي شهيد ڪرڻ جي ارادي سان گهر ۾ داخل ٿيا تہ پاڻ رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهُ ان وقت بہ قرآن جي تلاوت ۾ مشغول هئا. (معجم ابن الاعرابي، ص370) حضرت عثمان جي زال چيو: جيڪڏهن توهان ماڻهن هنن کي شهيد ڪيو تہ توهان اهڙي مرد کي شهيد ڪندؤ جيڪو شب بيداري ڪندي هڪ رڪعت ۾ پورو قرآن پڙهي وٺندو آهي. (الزهد لابن المبارڪ، ص452، رقم:1277) قاتل پهريان حضرت عثمان غني رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهُ جو هٿ ڪپيو تہ حضرت عثمان رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهُ فرمايو: سڀ کان پهريان قرآن هن ئي هٿ سان لکيو هو، قاتل جڏهن گردن تي وار ڪيو تہ خون جو پهريون قطرو سورت بقره جي آيت نمبر 137 ﴿فَسَيَكْفِيكَهُمُ اللّٰهُ ۚ وَهُوَ السَّمِيعُ الْعَلِيمُ﴾ تي ڪريو. قرآنِ پاڪ جو اهو نسخو جنهن تي حضرت عثمان غني رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهُ جي خون جا داغ آهن، اهو نسخو هاڻي بہ تاشقند ۾ موجود آهي.

(مرآة المناجيح، 408/8، مفهوماً)

الٰہی خوب دیدے شوق قرآں کی تلاوت کا
شَرَف دے گنبدِ خضرا کے سائے میں شہادت کا

# پر اهو ته دوزخي آهي!

مولانا سيد عمران اختر عطاري مدني

اسان جي پياري آقا صَلَّی اللہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي نگاهه الله پاڪ جي عطا سان ايندڙ حالتن ۽ واقعن کي ڏسي وٺندي هئي، ايتري قدر جو پاڻ ماڻهن جي لڪل ڪفر ۽ نِفاق کي به سڃاڻي وٺندا هئا. جيئن ته حضرت سَهل بن سَعد ساعِدي رَضِیَ اللہُ عَنْہُ کان روايت آهي ته رسولُ الله صَلَّی اللہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جو مشرڪن سان مقابلو ٿيو، هڪ ٻئي سان جنگ ڪري رسولُ الله صَلَّی اللہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم پنهنجي فوج جو معائنو فرمايو ۽ ٻين پنهنجي لشڪر جو. رسولِ اڪرم صَلَّی اللہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي اصحابن ۾ هڪ شخص اهڙو به هو جيڪو الڳ رهندو ۽ پڇندڙ مشرڪن کي جيئرو نه ڇڏيندو هو، بلڪ انهن جو پيڇو ڪري انهن کي ماري ڇڏيندو هو. صحابه ڪرام رَضِیَ اللہُ عَنْھُم چيو ته اڄ اسان مان ڪنهن به هن شخص جهڙو ڪارنامو انجام ناهي ڏنو. رسولِ اَڪرم صَلَّی اللہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم فرمايو: پر اهو ته دوزخي آهي. مسلمانن مان هڪ شخص چيو: مان هن سان گڏ رهندس. ان شخص جو بيان آهي ته مان هن سان گڏ رهيس، هو جتي ترسندو هو مان به ترسي پوندو هوس ۽ هو تيز هلندو هو ته مان به تيز هلندو هوس. هن ٻڌايو ته ان شخص کي گهرو زخم لڳو ته هن فوري موت حاصل ڪرڻ لاءِ تلوار جو قبضو زمين تي ۽ ان جي نوڪ پنهنجي سيني تي رکي پنهنجو سمورو بار تلوار تي وجهي خودڪشي ڪري ورتي. (هي سمورو معاملو ڏسندڙ) اهو ماڻهو بارگاهِ رسالت ۾ حاضر ٿيو ۽ چوڻ لڳو ته مان گواهي ڏيان ٿو ته واقعي اوهان الله پاڪ جا سچا رسول آهيو. پاڻ صَلَّی اللہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم پڇيو: ڇا ڳالهه آهي؟ هو عرض گُزار ٿيو ته اوهان هينئر جنهن شخص بابت فرمايو هو ته هو دوزخي آهي ته ماڻهن کي اها ڳالهه گهڻي سنگين لڳي هئي. مون انهن کي چيو هو ته مان توهان کي ان جي حقيقت بابت ٻڌائيندس ته مان ان جي پٺيان لڳس ڏٺم ته هو شديد زخمي ٿي ويو، پوءِ هن مرڻ ۾ جلدي ڪئي يعني پنهنجي تلوار جو قبضو زمين تي رکيو ۽ نوڪ پنهنجي سيني تي لڳائي ان تي پنهنجو بار وجهي خودڪشي ڪري ورتي. رسولِ اَڪرم صَلَّی اللہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم فرمايو: بيشڪ هڪ ماڻهو ماڻهن جي نظر ۾ ته اهلِ جنّت جهڙا ڪم ڪندو آهي پر حقيقت ۾ جهنّمي هوندو آهي ۽ ڪو اهڙو هوندو آهي

جو ڏسڻ ۾ جهڙا ڪم ڪندو آهي پر حقيقت ۾ جنّتي هوندو آهي.
(ڏسو: بخاري، 2 / 281، حديث: 2898)

هن شخص جو نالو قُزمان هو ۽ هي منافِق هو. هي واقعو جنگِ خيبر يا اُحد جو آهي، جنهن ۾ پهرين تہ هي شخص شريڪ نہ ٿيو هو پر جڏهن عورتن هن کي بُزدليءَ تي ذليل ڪندي چيو تہ تون تہ مرد ٿي بہ عورت آهين تہ هي دين جي بلنديءَ خاطر نہ بلڪ صرف پنهنجي عزّت بچائڻ لاءِ جنگ ۾ شريڪ ٿيو، جيئن تہ حضرت قَتاده بن نُعمان رَضِيَ اللهُ عَنْہُ جي سامهون خود هن پنهنجي زبان سان ان ڳالھ جو اظهار ڪيو هو تہ مون دين لاءِ نہ بلڪ پنهنجي عزّت بچائڻ لاءِ جهاد ڪيو آهي.
(ڏسو: عمدة القاري، 218/10، تحت الحديث: 2898)

ٿورو سوچيو! تہ جنهن شخص جي ڪوششن کي صحابہ ڪرام عظيم ديني ڪارنامو سمجهي رهيا هئا، حُضور اڪرم صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو ان جي منافقت تي باخبر ٿي وڃڻ يقيناً هڪ عظيم معجزو آهي. هن معجزي مان چند ڳالهيون سکڻ لاءِ ملن ٿيون:

* خودڪشي حرام ۽ جهنم ۾ وٺي وڃڻ وارو ڪم آهي.

* ڪنهن جي قابلِ قدر ڪارنامي کي ساراهڻ ۽ حوصله افزائي ڪرڻ سنّي ڳالھ آهي بلڪ سنّتِ صحابہ آهي. * ڪنهن شخص بابت يا ڪنهن معاملي ۾ جيڪڏهن ماڻهو غلط فهميءَ جو شڪار هجن تہ انهن جي غلط فهمي دُور ڪري ڇڏڻ گهرجي پر شريعت جي دائري ۾ رهندي.

* ٻين کي دوکو ڏيڻ ۽ دوکي ۾ رکڻ منافقن جي عادت آهي. * زندگيءَ جي ننڍين ننڍين تڪليفن ۽ آزمائشن کان نجات لاءِ خودڪشي ڪرڻ بُزدلي آهي ۽ آخِرت جي مصيبت ۽ عذاب جو باعث بہ.

اسان کي الله جي خُفيہ فيصلي کان ڊڄڻ ۽ دنيا ۽ آخِرت ۾ عافيت جو سوال ڪرڻ گهرجي.

* ڪڏهن ڪڏهن الله پاڪ دين جو ڪم فاسِق ۽ فاجِر شخص کان بہ وٺي وٺندو آهي.

نوٽ: ياد رهي تہ پاڻ کي تڪليف ڏيڻ يا جان کان مارڻ حرام ۽ جهنم ۾ وٺي وڃڻ وارو ڪم آهي.



# اسلام جو معاشي نظام (ٽين ۽ آخري قسط)

مولانا فرمان علي عطاري مدني

## معاشي نظام جي استحڪام لاءِ اسلامي قانون

**(1) حقوقُ الله جي ادائگي:** معاشي استحڪام جو هڪ سبب حقوقُ الله جي پاسداري بہ آهي. ياد رهي تہ اهل وعيال جي ڪفالت لاءِ رزقِ حلال ڪمائڻ عِبادت آهي، پر انهن جي حقن جي ادائگي ڪرڻ يا وڌيڪ مال ڪمائڻ جي لالچ ۾ ايترو بہ مگن نہ ٿيڻ گهرجي جو ڀانهو حقوقُ الله کان بہ غافل ٿي وڃي. جيڪڏهن اسان اسلاف جي طرزِ زندگي جو مطالعو ڪيون تہ معلوم ٿيندو تہ اهي نفوس قدسيہ تجارت سان گڏ نہ صرف فرض عبادت بلڪ نفل عبادتن جو بہ معمول ٺاهيندا هئا. حضرت قَتاده رضي الله عنه فرمائن ٿا تہ صحابہ ڪرام عَلَيْهِمُ الرِّضْوَان تجارت تہ ڪندا هئا، پر جڏهن انهن کي حقوقُ الله مان ڪو حق پيش ايندو هو تہ تجارت ۽ خريد و فروخت انهن کي ذِڪرُ الله کان نہ روڪيندي هئي، ايتري تائين جو هو ان کي اَدا ڪري وٺندا هئا. (بخاری،8/2، تحت الباب:8)

صحابۂ ڪرام عَلَيْهِمُ الرِّضْوَان جي انهيءَ طرزِ عمل کي بيان ڪندي، الله پاڪ قرآنِ ڪريم ۾ اِرشاد فرمائي ٿو: آيت ترجمو: اهي مرد جن کي ڪو بہ سودو ۽ نہ ئي خريد و فروخت الله جي ياد ۽ نماز قائم رکڻ ۽ زڪوات ڏيڻ کان غافل نٿا ڪن. (پ18، النور:37)

حضرت ابنِ مسعود رَضِيَ اللهُ عَنْهُ ڏٺو تہ بازار وارن اَذان ٻڌندي ئي پنهنجو (تجارتي) سامان ڇڏيو ۽ نماز لاءِ اُٿي بيٺا. ان تي پاڻ رَضِيَ اللهُ عَنْهُ فرمايو تہ اِنهن ئي ماڻهن جي حق ۾ الله هي آيت ”رِجَالٌ لَّا تُلْهِيْهِمْ“ نازِل فرمائي آهي. (معجم ڪبير، 222/9، حديث:9079) جنهن شخص کي ان جي مال نماز کان غافل رکيو تہ اهو قارون جهڙو آهي ۽ اهو بروزِ قِيامت قارون سان گڏ اٿاريو ويندو. (ڪتاب الکبائر،ص21)

تنهن ڪري جيڪڏهن اسان ڪسبِ حلال جي وقت فرضن جي پابندي سان گڏوگڏ ذِڪر ۽ دُرود جي عادت بہ ٺاهينداسين تہ ان سان اسان جو ڪاروبار مستحڪم ٿيندو.

**(2) سچ ڳالهائڻ:** معاشي استحڪام جو هڪ سبب سچ ڳالهائڻ بہ آهي، جيڪا هڪ سٺي صفت آهي جنهن جا وڏا فائدا آهن. عام معاملا هجن يا ڪسب ۽ تجارت، هر معاملي ۾ هميشہ سچي ڳالھ ئي ڪرڻ گهرجي ۽ ڪوڙ کان بچڻ گهرجي. عموماً

تاجرن جي عادت هوندي آهي تہ پنهنجي شيءِ جلدي وڪڻڻ لاءِ گراهڪ کي ڪوڙ ڳالهائي راغب ڪندا آهن ۽ ڪي تہ ڪوڙا قسم کائڻ کان بہ گريز ناهن ڪندا. اهڙا ماڻهو سچ کي پنهنجي ڪاروباري ترقيءَ لاءِ رڪاوٽ سمجهندا آهن. ياد رکو! جيڪو رِزْق اسان جي نصيب ۾ لکجي ويو آهي اسان کي اهو ئي ملندو، سچ ڳالهائڻ سان نہ تہ اسان جي رزق ۾ گهٽتائي ايندي ۽ نہ ئي ڪوڙ ڳالهائي نصيب کان وڌيڪ حاصل ڪري سگهون ٿا، البتہ ڪوڙ ڳالهائڻ بي بَرَڪتي ۽ معاشي تباهي جو سبب بڻجي سگهي ٿو. تنهن ڪري تجارت ۾ سچ جي عادت اپنايو، جيئن نبيِ پاڪ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمايو: خريد و فروخت ڪرڻ وارا جيستائين سودو مڪمل نہ ڪري وٺن، انهن کي اختيار حاصل آهي، جيڪڏهن هو سودو ڪندي سچ ڳالهائين ۽ سچ بيان ڪن تہ انهن جي سودي ۾ بَرَڪت وجهي ڇڏبي آهي.

(الترغيب والترهيب،366/2، رقم4)

**(3) محنت:** معاشي استحڪام جو هڪ سبب ڪاروبار کي محنت ۽ لگن سان وقت ڏيڻ بہ آهي. ڪو بہ ڪم بي دلي يا رغبت کان سواءِ ڪيو وڃي تہ ان ۾ نقصان ۽ گهٽتائي جو انديشو رهي ٿو. تجارت جي استحڪام لاءِ سخت محنت، لگن ۽ هوشياري جي ضرورت هوندي آهي، جو تہ بغير محنت جي تہ لقمو بہ وات ۾ نٿو وڃي. تاجر چاهي ڪيترو بہ وڏو ماڻهو بڻجي وڃي، پر سڀ ڪم نوڪرن تي ئي نہ ڇڏڻ بدران پاڻ بہ ڪجهہ ڪم پنهنجي ذمي رکي، اهڙيءَ طرح بہ ڪاروبار مستحڪم ۽ مضبوط ٿيندو. الله جي آخِري نبي، محمدِ عربي صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمايو: بيشڪ الله پاڪ طلبِ معاش ۾ تڪليف اُٿارڻ واري مومن کي پسند فرمائي ٿو. (جامع صغير، ص 116، حديث: 1873)

نبيِ پاڪ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي خدمت ۾ سُوال ٿيو: سڀ کان پاڪيزه عمل ڪهڙو آهي؟ فرمايائون: ماڻهوءَ جو پنهنجي هٿ جي ڪمائي کائڻ. (شعب الايمان، 2/ 88، حديث: 1238)

**(4) معياري شيءِ:** معاشي استحڪام لاءِ ضروري آهي تہ وڪرو ڪيل شيءِ معياري ۽ اعليٰ ڪوالٽي جي هجي. جيڪڏهن توهان جي پراڊڪٽس گهٽيا معيار جون هونديون تہ خريدار صرف هڪ ئي ڀيرو دوکو کائيندو، پيهر توهان کان خريداري نہ ڪندو، جڏهن تہ جيڪڏهن توهان معيار کي ترجيح ڏيندا ۽ عمده ڪوالٽي جون شيون رکندا تہ توهان جا خريدار وڌندا ۽ خريدار پاڻ ئي توهان جي تشهير ڪندا، توهان کي تشهير لاءِ ڪو بورڊ يا پوسٽ وغيره نہ لڳائڻو پوندو. اهڙيءَ طرح توهان جو ڪاروبار ترقي ڪندو.

**(5) خوش اخلاقي:** تجارت ۽ ڪاروبار کي مستحڪم ڪرڻ لاءِ تاجر کي پنهنجو اخلاق بہ سٺو رکڻ گهرجي. ڪجهہ دڪانن تي خريدارن جو ڪافي رش هوندو آهي، انهن تاجرن جي ڪاميابي جو هڪ راز اهو بہ هوندو آهي تہ هو پنهنجي گراهڪ سان سٺي اخلاق

سان پيش ايندا آهن، انهن کي چانهه، بسڪوٽ ۽ ٿڌا مشروبات وغيره پيش ڪندا آهن. گراهڪ جيڪڏهن هڪ شيءِ ڏيکارڻ جو مطالبو ڪري ته هو 10 شيون ان جي سامهون رکي ڇڏيندا آهن. گراهڪ سان انهن جو اخلاق ايترو سٺو هوندو آهي جو هو خريداري ڪرڻ بغير ناهي ويندو. ايتري قدر جو جيڪڏهن ڪو گراهڪ بدسُلوڪي سان پيش اچي ته هو ان کي بہ خنده پيشاني سان برداشت ڪندا آهن ۽ پنهنجو گراهڪ نہ ٽُٽڻ ڏيندا آهن. تنهن ڪري ڪاروبار کي مستحڪم ڪرڻ لاءِ تاجر ۽ دڪاندار کي خوش اخلاق، ملنسار ۽ خيرخواهي ڪرڻ وارو هئڻ گهرجي.

### جديد معاشي ذريعا ۽ اسلام جي تعليم

اڄ جي هن ترقي يافتہ دور ۾ نئين کان نئين ايجادات ظاهر ٿي رهيون آهن، نِت نوان منصوبا ۽ تجربا ظاهر ٿي رهيا آهن. ٽيڪنالاجي جي هن جديد دور ۾ ڪاروبار ۽ تجارت جا بہ مختلف نمونا ۽ طريقا رائج ٿي چڪا آهن جن جو مِثال ماضي ۾ ڏسڻ لاءِ نٿو ملي، مثلاً بينڪن جو نظام، ڪريڊٽ ڪارڊ جي خريداري، اِنشورنس جو نظام، تڪافل جو نظام، شيئرز جي خريداري جو نظام، آن لائن خريد و فروخت، قسطن تي شين جي خريداري، زمينن جي خريد و فروخت وغيره وغيره. خريد و فروخت جي انهن صورتن ۾ ڪمپنيون ۽ بزنس مين ماڻهو صرف پنهنجي نفعي کي ئي مدنظر رکندا آهن، جڏهن تہ هڪ مسلمان جو اهو ذهن هئڻ گهرجي تہ ان جي باري ۾ شريعت ۽ اسلامي تعليمات اسان جي ڪهڙي رهنمائي ڪن ٿيون، اسان کي ان سان ڪو سروڪار ناهي هوندو. ڪجهہ صورتن ۾ وياج ٻڌجي رهيو هوندو آهي، ڪجهہ ۾ گراهڪ يا خريدار مان ڪنهن هڪ کي نقصان ٿي رهيو هوندو آهي، ڪڏهن ڪڏهن رشوت جي صورت ٻڌجندي هوندي. تنهن ڪري مسلمان هئڻ جي حيثيت سان اسان کي ڪو بہ ڪم ڪرڻ، خاص ڪري تجارت ۽ ڪاروبار ڪرڻ کان پهرين ان باري ۾ شرعي رهنمائي وٺڻ گهرجي تہ جيئن ان مان حاصل ٿيندڙ نفعي کي حلال رزق جي صورت ۾ پنهنجي اهل عيال تي خرچ ڪريون.

تجارت ۽ لين دين سان لاڳاپيل مسئلن جو حل معلوم ڪرڻ لاءِ دعوتِ اسلامي جي دارالافتاء هيٺ قائم "مرڪز الاقتصاد الاسلامي (Islamic Economics Centre) " جي ذريعي اوهان اڳواٽ وقت (Appointment) وٺي پنهنجن مسئلن لاءِ ميٽنگ طئي ڪري سگهو ٿا. ڪراچي سان تعلق رکندڙ ماڻهو بالمشافه ملاقات ڪري سگهن ٿا، جڏهن تہ ٻاهرين ملڪ ۽ ڪراچي کان ٻاهر وارا ماڻهو آن لائن ميٽنگ جي سهولت وٺي سگهن ٿا.

Appointment وٺڻ لاءِ هيٺ ڏنل اي ميل/فون نمبر تي رابطو ڪري سگهجي ٿو:

appointment@iecdawateislami.com

(0303-7862512 صبح 11 کان شام 4 وڳي تائين)



# سوشل ميڊيا تي بدنام ڪرڻ

## (Defamation on social media)

مولانا محمد آصف عطاري مدني

اڄ جي ڊجيٽل دَور ۾ سوشل ميڊيا جو جادو مٿي چڙهي ڳالهائي رهيو آهي. نوان نوان پليٽ فارم جديد فيچرز سان متعارف ٿي رهيا آهن جن تائين رسائي هر خاص ۽ عام لاءِ آسان آهي، ڪو بہ انهن تي پنهنجو اڪائونٽ ٺاهي پنهنجي مرضيءَ جو مواد وجهي سگهي ٿو. سوشل ميڊيا جو استعمال مثبت بہ ٿئي ٿو ۽ منفي بہ، جيئن تہ سوشل ميڊيا حيرت انگيز فائدن سان گڏ خوفناڪ نقصان بہ پهچائي ٿو. سوشل ميڊيا جتي خبرون عام ڪري ٿو تہ افواهون (Rumors) بہ ان جي ذريعي پکڙجن ٿيون. ان جي ذريعي ماڻهن کي شهرت بہ ملي ٿي ۽ ذلّت بہ. جيڪڏهن ڪو ڪنهن کي سوشل ميڊيا تي بدنام ڪرڻ جو پڪو ارادو ڪري وٺي تہ ان کي روڪڻ ڏاڍو مشڪل هوندو آهي چو تہ اهو سچ ڪوڙ جي پرواهہ ڪئي بغير پنهنجي شرمناڪ مقصد (Shameful Purpose) کي پورو ڪرڻ ۾ لڳي ويندو آهي. سوشل ميڊيا تي رُسوا ڪرڻ جا واقعا ڏينهون ڏينهن وڌندا پيا وڃن. ڪنهن کي بدنام ۽ رُسوا ڪرڻ وارن جا ڪيترائي مقصد ٿي سگهن ٿا جيئن سَستي شهرت حاصل ڪرڻ، پنهنجي پيج جا ويوز وڌائڻ، سياسي، مذهبي يا ذاتي دشمني ڪيڻ، حسد يا بغض جي ڪري پاڻ کي شيطاني تسڪين ڏيڻ، بدلو وٺڻ، دٻاءُ وجهي ناجائز مطالبا مڃرائڻ. انهن بُرن مقصدن کي پورو ڪرڻ لاءِ بي بنياد خبرون ۽ افواهون پکيڙيون وينديون آهن، ڪوڙن الزامن تي مشتمل فيڪ آڊيوز، ويڊيوز ۽ تصويرون ٽيمپرنگ ڪري شيئر ڪيون وينديون آهن، ان جي خانداني زندگيءَ جا راز کوليا ويندا آهن ۽ ڪمزوريون ماڻهن کي ٻڌايون وينديون آهن. ڪنهن کي بدنام ۽ رُسوا ڪرڻ واري کي ذري برابر پرواهہ ناهي هوندي تہ ان جي حرڪتن سان بدنام ٿيندڙن کي ڪيترو وڏو سماجي، معاشي ۽ اخلاقي نقصان پهچي سگهي ٿو. متاثر شخص ذهني دٻاءُ، پريشاني ۽ مايوسيءَ جو شڪار ٿي سگهي ٿو، جيڪو ڪڏهن ڪيس خودڪشي جهڙي انتهائي اقدام تائين وٺي وڃي سگهي ٿو. بدنامي جي ڪري ماڻهو پاڻ کي ٻين کان الڳ محسوس ڪرڻ لڳندا آهن، انهن جا معاشرتي تعلقات ڪمزور ٿي ويندا آهن، طلاق جي ڪري انهن جو گهر بہ ٽٽي

سگهي ٿو. جيڪڏهن ڪو شخص يا ڪمپني پنهنجي پيشہ ورانہ زندگيءَ ۾ بدنام ٿي وڃي تہ ان جي ڪيريئر تي منفي اثرات مرتب ٿي سگهن ٿا. اهڙا ڪيترائي واقعا پاڪستان ۾ رپورٽ ٿيا آهن: * ڪراچيءَ ۾ 15 سالن جي نوجوان آڪٽوبر 2024ع ۾ هراساني ۽ تشدد جي وڊيو سوشل ميڊيا تي وائرل ٿيڻ ڪانپوءِ خودڪشي ڪري ورتي. * آڪٽوبر 2022ع ۾ هڪ عورت پنهنجن مائٽن طرفان سندس تصويرون ايڊٽ ڪري سوشل ميڊيا تي شيئر ڪرڻ ڪانپوءِ زهر پي خودڪشي ڪري ورتي. (ياد رهي تہ خودڪشي حرام آهي)

## خطرناڪ وار

ڪجھ سوشل ميڊيا ايڪٽوسٽ ڪنهن صحيح العقيده مذهبي شخصيت يا جماعت يا تنظيم جي پويان پيل رهندا آهن تہ جيئن ماڻهن جي دلين مان ان جي محبت گهٽائي سگهن، مسلمانن کي جيڪو ان تحريڪ مان ديني نفعو پهچندو آهي، اهي ان کان محروم ٿي وڃن، پر اَلحمدُ لِلّٰہ خلوص سان دين اسلام جي حقيقي خدمت ڪندڙ تحريڪن کي اهڙن شيطاني وارن سان ڪو فرق ناهي پوندو. انهن سوشل ميڊيا ايڪٽوسٽن جو هڪ تعداد ماڻهن کي ان دوکي ۾ رکندو آهي تہ اسان تہ فلاڻي کي سمجهائي رهيا آهيون، جڏهن تہ اهي تهمتون هڻي، عيب اڇلائي ۽ طرح طرح جا ڪوڙا الزام هڻي ڪنهن کي سوشل ميڊيا تي ٽرولنگ ذريعي بدنام ڪري رهيا هوندا آهن. جيڪڏهن اهي سمجهائڻ ۾ مخلص هجن ها تہ اهو طريقو استعمال ڪن ها جيڪو اسلام سيکاريو آهي، نہ کي مائيڪ ۽ ڪئميرا کڻي سوشل ميڊيا تي شروع ٿي وڃن ها.

## سمجهائڻ جو قرآني ۽ نبوي اسلوب

قرآنِ ڪريم ۾ آهي: اُدْعُ اِلٰى سَبِيْلِ رَبِّكَ بِالْحِكْمَةِ وَ الْمَوْعِظَةِ الْحَسَنَةِ وَ جَادِلْهُمْ بِالَّتِيْ هِيَ اَحْسَنُ ترجمو: **پنهنجي رب جي راھ جي طرف سڏيو حڪمت ۽ سهڻي نصيحت سان.**

(پ14، النحل:125)

رسولُ اللّٰہ صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم کي جڏهن ڪنهن جي ڳالھ پهچندي هئي جيڪا ناگوار گذرندي هئي تہ ان جو پردو رکندي احسن انداز ۾ اصلاح ڪندي ارشاد فرمائيندا هئا: مَابَالُ اَقْوَامٍ يَقُوْلُوْنَ كَذَا وَكَذَا يعني ماڻهن کي ڇا ٿي ويو آهي جو اهڙي ڳالھ ڪن ٿا.

(ابوداؤد، 328/4، حديث:4788)

علّامہ عبدالرّءوف مُناوي رَحمۃُ اللّٰہِ عَلَیْہ هن حديث پاڪ جي تحت لکن ٿا: يعني نبي ڪريم صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم اهو ڪلام اشارةً فرمائيندا هئا جنهن ۾ تڪليف يا ايذاءُ

رساني هجي ۽ جنهن کي صراحت سان بيان ڪرڻ پسند نہ ڪيو ويندو هجي.

(فيض القدير، 5/ 143، تحت الحديث:6614)

## سڌو سنئون سمجهائڻ جو فائدو

حضرتِ بي بي اُمِّ دَرداء رَضِیَ اللهُ عَنْها فرمائن ٿيون: جنهن ڪنهن پنهنجي ڀاءُ کي لڪي نصيحت ڪئي، هن ان کي زينت بخشي ۽ جنهن کُلي عام نصيحت ڪئي تہ ان کي عيب لڳايو. (شعب الايمان، 112/6، رقم:7641)

ڪنهن جي لڪل بُرائي ٻين جي سامهون بيان ڪرڻ جي اجازت صرف ان صورت ۾ آهي جڏهن اها بُرائي ٻين جي حق ۾ نُقصانڪار هجي ۽ جيڪڏهن ائين ناهي تہ ٻين کي ٻڌائڻ ۽ سڀني جي نظرن ۾ هڪ مُسلمان کي ذليل ۽ رُسوا ڪرڻ بدران تنهائي ۾ نرمي سان ان جي اِصلاح جي ڪوشش ڪئي وڃي، ڇو تہ جيڪڏهن سڀني جي سامهون يا سوشل ميڊيا تي جارحانہ لهجي ۾ توهان ڪنهن جي اِصلاح جي ڪوشش ڪندا تہ عين ممڪن آهي تہ اهو ضِدّي بڻجي وڃي ۽ پنهنجي غلطي تسليم ڪرڻ بدران اُلٽو توهان کي رُسوا ڪري ڇڏي، تنهن ڪري حتّي الامڪان تنهائي ۾ نصيحت ڪئي وڃي ڇو تہ اها نهايت مؤثر ثابت ٿيندي آهي.

## تنهائي ۾ نصيحت زينت آهي

حضرت امام شافعي رَحْمَةُ اللّٰهِ عَلَيْه فرمايو: جنهن پنهنجي مُسلمان ڀاءُ کي تنهائي ۾ سمجهايو، هن ان کي نصيحت ڪئي ۽ زينت بخشي ۽ جنهن سڀني جي سامهون سمجهايو، ان ان کي رُسوا ۽ بدنام ڪيو. حضرت مِسْعَر بن ڪِدام رَحْمَةُ اللّٰهِ عَلَيْه کان پڇيو ويو: ڇا توهان ان شخص کي پسند ڪيو ٿا جيڪو توهان کي توهان جي عيبن تي خبردار ڪري؟ فرمايائون: جيڪڏهن تنهائي ۾ نصيحت ڪري تہ پسند آهي ۽ جيڪڏهن سڀني جي سامهون سمجهائي تہ نہ.

(ڏسو: احياء العلوم، 227/2)

سوشل ميڊيا تي بدنام ۽ رُسوا ڪرڻ جي سنگين معاملي ۾ اسان جي بہ ذميواري بڻجي ٿي تہ سوشل ميڊيا کي مثبت ۽ تعميري مقصدن لاءِ استعمال ڪيون. جيڪڏهن اسان ان شخص کي سڃاڻون ٿا جيڪو ڪنهن کي سوشل ميڊيا تي بدنام ڪري رهيو آهي تہ ان کي سمجهايون تہ ان جي دنيا ۽ آخرت ٻنهي ۾ گرفت ٿي سگهي ٿي ۽ جيڪڏهن اسان جي سڃاڻپ وارن مان ڪو شخص آن لائن بدنامي جو شڪار هجي تہ ان کي حوصلو ڏيون ۽ ان جي مدد ڪريون تہ جيئن اهو ان صدمي مان نڪري سگهي.

**ڪر ڀلو تہ ٿئي ڀلو!!!**



# اسلامي ڀينرن جا شرعي مسئلا

مفتي فضيل رضا عطاري

## (1) حائضہ (يعني حيض واري عورت) جو بيان جي دوران قرآن جي آيت جو ترجمو پڙهڻ

**سوال:** ڇا ٿا فرمائن علماءِ دين ۽ مفتيانِ شرع متين هن مسئلي جي باري ۾ تہ حائضہ عورت بيان ڪرڻ وقت قرآن پاڪ جي ڪنهن آيت جو ترجمو پڙهي سگهي ٿي يا نہ؟

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

اَلْجَوَابُ بِعَوْنِ الْمَلِكِ الْوَهَّابِ اَللّٰهُمَّ هِدَايَةَ الْحَقِّ وَالصَّوَابِ

شرعي قانونن مطابق قرآن پاڪ جو ترجمو، چاهي ڪنهن بہ ٻولي ۾ هجي، ان کي پڙهڻ ۽ ڇهڻ جو حڪم قرآن مجيد کي پڙهڻ ۽ ڇهڻ جهڙو ئي آهي ۽ مخصوص ڏينهن ۾ عورت لاءِ قرآنِ پاڪ جي تلاوت بابت تفصيل هي آهي تہ حيض ۽ نفاس جي حالت ۾ عورت جو تلاوت جي نيت سان قرآن ڪريم جي ڪنهن آيت يا ان جي ڪنهن حصي کي پڙهڻ جائز نہ آهي. ان کان علاوه ٻيا اذڪار، جهڙوڪ ڪلمو شريف، درود پاڪ وغيره پڙهي سگهي ٿي. اهڙي طرح قرآن ڪريم جون اهي آيتون جيڪي ذڪر، ثنا، مناجات ۽ دعا تي مشتمل آهن ۽ قرآنيت لاءِ مخصوص نہ آهن، انهن کي تلاوت جي نيت کان سواءِ ذڪر ۽ دعا جي نيت سان پڙهڻ جائز آهي. البتہ ثناء تي مشتمل اهي آيتون جيڪي صرف قرآنيت جي لاءِ مخصوص آهن، انهن کي ڪنهن ٻي نيت سان بطور انشاء پنهنجو ڪلام نہ ٿو بڻائي سگهجي، حائضہ جو انهن کي پڙهڻ جائز نہ آهي، جهڙوڪ اهي آيتون جن ۾ رب تعالىٰ پنهنجي لاءِ متڪلم جي ضميرن جو ذڪر فرمايو آهي. اهڙي طرح اهي آيتون جن جي شروعات ۾ لفظ ”قل“ موجود آهي، انهن کي لفظ ”قل“ سان پڙهڻ بہ جائز نہ آهي. پر جيڪڏهن لفظ ”قل“ کان سواءِ ثناء جي نيت سان پڙهي تہ جائز آهي.

هن تفصيل جي مطابق سوال جو جواب هي آهي تہ جن جن حالتن ۾ حائضہ عورت جي لاءِ قرآن پاڪ پڙهڻ حرام قرار ڏنو ويو آهي، انهن حالتن ۾ ان جو ترجمو بہ نہ ٿي

پڙهي سگهي ٿي جن حالتن ۾ قرآن پاڪ پڙهڻ جائز قرار ڏنو ويو آهي انهن حالتن ۾ انهن آيتن جو ترجمو به پڙهي سگهي ٿي.

وَاللّٰہُ اَعْلَمُ عَزَّوَجَلَّ وَ رَسُوْلُہٗ اَعْلَم صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم

## (2) ماسيءَ (خالہ) جو ڀاڻيجيءَ جي مڙس ۽ پٽ کان پردو ڪرڻ

**سوال:** ڇا ٿا فرمائن علماءِ دين ۽ مفتيانِ شرعِ متين هن مسئلي بابت تہ عورت جو پنهنجي ڀاڻيجيءَ جي پٽن ۽ ان جي مڙس کان پردو آهي يا نہ؟ رهنمائي فرمائيندا.

بِسْمِ اللّٰہِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِیْم

اَلْجَوَابُ بِعَوْنِ الْمَلِكِ الْوَهَّابِ اَللّٰهُمَّ هِدَايَةَ الْحَقِّ وَالصَّوَابِ

شرعي قانونن مطابق ڀاڻيجَن ۽ ڀاڻيجِيُن جي اولاد، چاهي ڪيترو بہ هيٺ تائين هجي، نسبي محرمن مان آهي ۽ عورت جو نسبي محرمن کان پردو نہ ڪرڻ واجب آهي يعني جيڪڏهن پردو ڪيائين تہ گنهگار ٿيندي. پر ڀاڻيجيءَ جو مڙس ان جي لاءِ غير محرم آهي، جيسيتائين محرم هجڻ جي ڪا وجهہ، جهڙوڪ رضاعت يا مصاهرت وغيرهہ موجود نہ هجي ۽ ان کان پردو ڪرڻ واجب آهي.

هن جو تفصيل هي آهي تہ محرم اهو آهي جنهن جي حرمت دائمي هجي، يعني جنهن سان ڪڏهن بہ ڪنهن بہ حال ۾ نڪاح نہ ٿي سگهي، جهڙوڪ پيءُ، پٽ، ڀاءُ، ڀائٽيو، ڀاڻيجو وغيرهہ ۽ جنهن سان نڪاح ٿي سگهي ٿو، اهو محرم نہ آهي. ان مطابق، ڀاڻيجيءَ جو پنهنجي مڙس جي نڪاح ۾ هجڻ دوران، توڙي جو عورت جو ان جي مڙس سان نڪاح نہ ٿو ٿي سگهي ڇاڪاڻ تہ اهو ماسي ۽ ڀاڻيجي کي نڪاح ۾ گڏ ڪرڻ آهي، جيڪو حرام آهي. پر ڀاڻيجيءَ جي وفات يا طلاق کان بعد ۽ عدت گذارڻ کان پوءِ عورت جو ان جي مڙس سان نڪاح ٿي سگهي ٿو ۽ اهو جائز آهي. ان لحاظ کان ڀاڻيجيءَ جو مڙس محرم نہ آهي ۽ جيڪو محرم نہ هجي ان کان پردو ڪرڻ مطلقاً واجب آهي، تنهنڪري ڀاڻيجيءَ جي مڙس کان پردو ڪرڻ واجب آهي.

وَاللّٰہُ اَعْلَمُ عَزَّوَجَلَّ وَ رَسُوْلُہٗ اَعْلَم صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم




# نالو بگاڙڻ منع آهي

مولانا محمد جاويد عطاري مدني

اسان جي پياري نبي حضرت محمد صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمايو: مَنْ دَعَا رَجُلاً بِغَيْرِ اسْمِهِ لَعَنَتْهُ الْمَلَائِكَةُ يعني جنهن، ڪنهن کي ان جي نالي کان سواءِ سڏيو، تہ فرشتا ان تي لعنت ڪندا آهن. (عمل اليوم والليلة، ص175، حديث: 395)

هن حديث جي شرح ۾ آهي تہ ڪنهن کي اهڙي خراب لقب سان پڪارڻ، جيڪو ان کي خراب لڳي. (اائين ڪرڻ منع آهي). (التيسير بشرح الجامع الصغير، 416/2)

هر ڪوئي اهو پسند ڪندو آهي تہ ڪيس سندس اصل نالي سان ئي سڏيو وڃي. ڪنهن کي ان جي اصل نالي کان سواءِ ڪنهن ٻئي اُبتي سُبتي يا خراب نالي سان سڏڻ سٺي ڳالهہ نہ آهي. قرآن ڪريم ۾ خراب نالا رکڻ کان منع فرمايو ويو آهي:

﴿وَلَا تَنَابَزُوْا بِالْاَلْقَابِ﴾

ترجمو ڪنزالايمان: ۽ هڪ ٻئي جا خراب نالا نہ رکو. (پارو: 26، الحجرات:11)

ڪجهہ ٻار پاڻ ۾ هڪ ٻئي جا نالا بگاڙيندي موٽو، ٻندرو، ڏگهو ۽ ڪاٺو وغيره چوندا آهن، اهو صحيح طريقو نہ آهي، ان سان سامهون واري جي دل آزاري ٿيندي آهي. اعليٰ حضرت امام احمد رضا خان رَحْمَةُ اللّٰهِ عَلَيْه فرمائن ٿا: ڪنهن مسلمان کي، بلڪ ڪنهن ذِمي ڪافر کي بہ شرعي ضرورت کان سواءِ اهڙن لفظن سان سڏڻ، جنهن سان سندس دل آزاري ٿئي ڪيس تڪليف پهچي، شرعاً ناجائز ۽ حرام آهي، توڙي جو ڳالهہ حقيقت ۾ سچي هجي. (ڏسو: فتاويٰ رضويه، 23/ 204)

پيارا ٻارؤ! جڏهن بلا وجهہ ڪنهن غير مسلم جو نالو بگاڙڻ جي منع آهي تہ پوءِ هڪ مسلمان جو نالو بگاڙڻ ڪيئن درست ٿي سگهي ٿو! تنهنڪري توهان ڪنهن جو بہ نالو نہ بگاڙيو، هر ڪنهن کي ان جي اصلي نالي سان يا سٺن لفظن يا لقبن سان پڪاريو ۽ قرآن ۽ حديث تي عمل ڪري تمام گهڻو ثواب حاصل ڪيو.

الله پاڪ اسان کي حديثون پڙهي انهن تي عمل ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائي.

اٰمِين بِجَاهِ خَاتَمِ النَّبِيّٖن صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم

# ڪجور سان گڏ ٻيون غذائون

مولانا احمد رضا عطاري مدني

حضور نبي ڪريم صَلَّی اللہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن جي غذائي چونڊ نهايت اعليٰ ۽ طبي ۽ فطري لحاظ کان به بهترين هئي. پاڻ صَلَّی اللہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن جي مبارڪ دسترخوان تي شَرفِ حاضري حاصل ڪرڻ وارين غذائن ۾ ڪجور کي اهم مقام حاصل آهي. پاڻ صَلَّی اللہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم ڪجور کي ڪيترن ئي طريقن سان طعام جو شرف عطا فرمايو، جن مان هڪ طريقو اهو هو ته ڪجور کي ڪنهن ٻي غذا، جهڙوڪ وَنگِي، هنداڻو، گِدرو وغيره سان ملائي ڪائيندا هئا. مختلف غذائن جو هي ميلاپ ڪهڙن فائدن تي مشتمل آهي، ان جي تفصيل هيٺ ملاحظ ڪنداسين.

### ڪجور ۽ ٻين غذائن جو مزاج ۽ تاثير:

وَنگِي ۽ هنداڻي جو مزاج ٻئي درجي ۾ سرد ۽ تر آهي. (خزائن الادويه، 343/3-157/2) جڏهن ته ڪجور جو مزاج ٻئي درجي ۾ گرم ۽ پهرئين درجي ۾ خشڪ آهي. (خزائن الادويه، 415/3)

### ڪجور ۽ ٻين غذائن جي ميلاپ بابت حديثون:

ڪيترين ئي حديثن ۾ ڪجور سان گڏ ٻيون غذائون ملائي ڪائڻ جو ذڪر آيو آهي. ڪنهن حديث ۾ وَنگِي سان گڏ ته ڪنهن حديث ۾ هنداڻي سان گڏ ڪائڻ جو ذڪر آيل آهي. اچو! ڪجهه احاديثِ مبارڪ ملاحظ فرمايو:

### هنداڻي سان ملائي ڪائڻ:

* أُمُّ المؤمنين حضرت عائشہ صديقہ رَضِیَ اللہُ عَنْہا بيان فرمائن ٿيون ته نبي ڪريم صَلَّی اللہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم هنداڻي کي تازي ڪجور سان گڏ تناول فرمائيندا هئا ۽ ارشاد فرمائيندا هئا: اسان هن (ڪجور) جي گرمي کي هن (هنداڻي) جي ٿڌاڻ سان ٽوڙيندا آهيون ۽ هن (هنداڻي) جي ٿڌاڻ کي هن (ڪجور) جي گرمي سان ختم ڪندا آهيون. (ابو داؤد، 508/2، حديث: 3836)

* أُمُّ المؤمنين حضرت عائشہ صديقہ رَضِیَ اللہُ عَنْہا بيان ڪن ٿيون ته نبي ڪريم صَلَّی اللہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم هنداڻي ۽ تازي ڪجور کي گڏائي ڪائيندا هئا. (نوادر الاصول، 366/1، حديث: 236)

* حضرت انس رَضِیَ اللہُ عَنْہُ بيان ڪن ٿا ته نبي ڪريم صَلَّی اللہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم هنداڻي کي ٿر (يعني آلي يا تازي) ڪجور سان گڏ ڪائيندا هئا. (نوادر الاصول، 367/1، حديث: 237)

* حضرت انس بن مالڪ رَضِیَ اللّٰہُ عَنۡہُ بيان ڪن ٿا تہ نبي ڪريم صَلَّى اللّٰهُ عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم پنهنجي ساڄي هٿ ۾ تر ڪجور ۽ کابي هٿ ۾ هنداڻو کڻندا هئا پوءِ ڪجور کي هنداڻي سان ملائي تناول فرمائيندا هئا. اهو سندن سڀ کان وڌيڪ پسنديده ميوو هو.

(معجم اوسط، 36/6، حديث: 7907)

## وَنگي سان گڏ ملائي کائڻ:

حضرت عبدالله بن جعفر رَضِیَ اللّٰہُ عَنۡہُ بيان ڪن ٿا تہ نبي ڪريم صَلَّى اللّٰهُ عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم وَنگي کي تازي ڪجور سان گڏ تناول فرمائيندا هئا.

(ابو داؤد، 508/2، حديث: 3835)

## مکڻ سان گڏ ملائي کائڻ:

حضرت سليم بن عامر رَضِیَ اللّٰہُ عَنۡہُ بيان ڪن ٿا تہ نبي ڪريم صَلَّى اللّٰهُ عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم اسان وٽ تشريف فرما ٿيا تہ اسان انهن جي خدمت ۾ مکڻ ۽ ڪجور پيش ڪيو. پاڻ مکڻ ۽ ڪجور کي پسند فرمائيندا هئا.

(ابو داؤد، 509/2، حديث: 3837)

## گِدري سان گڏ ملائي کائڻ:

* حضرت انس رَضِیَ اللّٰہُ عَنۡہُ بيان ڪن ٿا تہ مون نبي ڪريم صَلَّى اللّٰهُ عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم کي تر (يعني آلي يا تازي) ڪجور ۽ گِدري کي گڏ کائيندي ڏٺو.

(مسند احمد، 286/4، حديث: 12452)

* حضرت جابر رَضِیَ اللّٰہُ عَنۡہُ بيان ڪن ٿا تہ نبي ڪريم صَلَّى اللّٰهُ عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم گِدري کي تازي ڪجور سان گڏ تناوُل فرمائيندا هئا ۽ ارشاد فرمائيندا هئا: هي ٻئي بهترين شيون آهن.

(شعب الايمان، 112/5، حديث: 5998)

## ڪچي ڪجور سان گڏ ملائي کائڻ:

امُّ المؤمنين حضرت عائشہ صديقہ رَضِیَ اللّٰہُ عَنۡہا کان روايت آهي تہ نبي ڪريم صَلَّى اللّٰهُ عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ارشاد فرمايو: بلح (ڪچي ڪجور) کي پڪل ڪجور سان کائو.

(شعب الايمان، 112/5، حديث: 5999)

## ڪجور سان گڏ ٻيون غذائون ملائي کائڻ جا فائدا:

جڏهن ڪجور جي گرمي، هنداڻي جي پاڻياٺ ۽ وَنگي جي ٿڌاڻ گڏجنديون آهن، تہ کاڌي ۾ اهڙو توازن پيدا ٿي ويندو آهي، جيڪو جسم ۾ اعتدال، طبيعت ۾ سڪون ۽ صحت کي توانائي بخشيندو آهي. هي ئي اُهو فطري توازن آهي، جنهن کي حڪمتِ نبوي صَلَّى اللّٰهُ عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم عَمَلي صورت عطا ڪئي ۽ جديد طِبَ ان جا ڪيترائي فائدا بيان ڪيا آهن. اچو تہ! ڪجهہ فائدا ملاحظ ڪيون ٿا:

* ڪجور گرم ۽ خشڪ جڏهن تہ وَنگي سرد ۽ تر مزاج رکي ٿي، ٻنهي جو ميلاپ جسم ۾ اعتدال پيدا ڪندو آهي.

★ کجور معدي کي طاقت ڏيندي آهي، جڏهن ته ونگي هاضمي جي نظام کي نرم ۽ بهتر بڻائيندي آهي، جنهن سان قبضي ٿيڻ جو خطرو گهٽجي ويندو آهي.

★ وَنگِي ۾ پاڻي جو مقدار گهڻو هوندو آهي، جيڪو کجور جي گرمي کي متوازن رکي جسم ۾ پاڻياٹ جو مقدار برقرار رکندو آهي.

★ وَنگِي جسم مان فاسد مادا خارج ڪرڻ ۾ مدد فراهم ڪندي آهي، جڏهن ته کجور گردن (يعني بُڪِيُن) کي طاقت فراهم ڪندي آهي، تنهنڪري ٻنهي جو ميلاپ گردن لاءِ فائديمند آهي.

★ کجور ۾ موجود وٽامنز ۽ وَنگِي ۾ شامل اينٽي آڪسيڊنٽس چَمڙيءَ کي صحتمند ۽ چمڪدار بڻائيندا آهن.

★ کجور قدرتي کنڊ فراهم ڪندي آهي، جڏهن ته هنداڻو پاڻيءَ سان ڀرپور هوندو آهي، جنهن سان جسم ۾ توانائي ۽ تازگي ايندي آهي.

★ کجور جي گرمي ۽ هنداڻي جي ٿڌاڻ ملي جسم ۾ گرمي جي درجي کي متوازن رکندا آهن، خاص طور اونهاري ۾ ٻنهي جو استعمال وڌيڪ فائديمند آهي.

★ کجور جيري کي طاقت ڏيندو آهي، جڏهن ته هنداڻو جيري کي صاف ڪندو آهي ۽ زهريلو مواد خارج ڪرڻ ۾ مدد ڪندو آهي.

★ هنداڻو هلڪي غذا آهي، جيڪو معدي تي بار نه وجهندو آهي، جڏهن ته کجور هاضمي کي بهتر بڻائيندي آهي، تنهنڪري ٻئي گڏجي معدي کي طاقت ڏيندا آهن.

★ کجور ۾ پوٽيشيم ۽ آئرن هوندا آهن، جيڪي دل کي مضبوط ڪندا آهن، جڏهن ته هنداڻي ۾ لائيڪوپين نالي اينٽي آڪسيڊنٽ موجود هوندو آهي، جيڪو دل جي بيمارين کان بچاءَ ۾ مدد فراهم ڪندو آهي. (مختلف طبي ويب سائيٽن تان ورتل)

نوٽ: سڀ غذائون ۽ دوائون پنهنجي طبيب (ڊاڪٽر يا حڪيم) جي مشوري سان ئي استعمال ڪريو.

# ذُوالحجّةِ الحرام جا
# ڪجھ اهم واقعا

| تاريخ/مهينو/سَن | نالو/واقعو | وڌيڪ معلومات جي لاءِ پڙهو |
|---|---|---|
| 4 ذُوالحجةِ الحرام 1401 ھ | يومِ وصال خليفهءِ اعليٰ حضرت، حضرت علامہ مولانا ضياءُ الدين احمد مدني رَحْمَۃُ اللّٰہِ عَلَيْه | ماهنامہ فيضانِ مدينہ ذُوالحجةِ الحرام 1438، 1439ھ ۽ ”سيّدى قُطبِ مدينه“ |
| 7 ذُوالحجةِ الحرام 114 ھ | يومِ وصال تابعي بزرگ، حضرت امام محمد باقر رَحْمَۃُ اللّٰہِ عَلَيْه | ماهنامہ فيضانِ مدينہ ذُوالحجةِ الحرام 1438ھ ۽ ”فيضانِ امام باقر“ |
| 11 ذُوالحجةِ الحرام 921 ھ | يومِ وصال حضرت علامہ شيخ بهاؤالدين انصاري قادري رَحْمَۃُ اللّٰہِ عَلَيْه | ماهنامہ فيضانِ مدينہ ذُوالحجةِ الحرام 1438ھ |
| 14 ذُوالحجةِ الحرام 1370 ھ | يومِ وصال اميرِ اهلسنت جا والدِ محترم حاجي عبدالرحمٰن قادري رَحْمَۃُ اللّٰہِ عَلَيْه | ماهنامہ فيضانِ مدينہ ذُوالحجةِ الحرام 1438ھ ۽ ”تعارفِ اميرِ اهلسنت“ |
| 18 ذُوالحجةِ الحرام 35 ھ | مسلمانن جي ٽئين خليفي حضرت عثمان ذوالنورين رَضِيَ اللّٰہُ عَنْہُ جي يومِ شهادت | ماهنامہ فيضانِ مدينہ ذُوالحجةِ الحرام 1438 کان 1445 ھ ۽ ”ڪراماتِ عثمانِ غني“ |
| 18 ذُوالحجةِ الحرام 1296 ھ | يومِ وصال مرشدِ اعليٰ حضرت، حضرت علامہ شاه آلِ رسول مارهروي رَحْمَۃُ اللّٰہِ عَلَيْه | ماهنامہ فيضانِ مدينہ ذُوالحجةِ الحرام 1438ھ ۽ ”شرح شجرهءِ قادريہ رضويہ، صفحو نمبر 116“ |
| 19 ذُوالحجةِ الحرام 1367 ھ | يومِ وصال خليفهءِ اعليٰ حضرت، حضرت علامہ سيد محمد نعيم الدين مراد آبادي رَحْمَۃُ اللّٰہِ عَلَيْه | ماهنامہ فيضانِ مدينہ ذُوالحجةِ الحرام 1438، 1439 ھ ۽ ”تذڪرهءِ صدرالافاضل“ |
| 20، 21، 22 ذُوالحجةِ الحرام | يومِ وصال حضرت سيد عبدالله شاه غازي حَسَني رَحْمَۃُ اللّٰہِ عَلَيْه | ماهنامہ فيضانِ مدينہ ذُوالحجةِ الحرام 1438ھ |
| 27 ذُوالحجةِ الحرام | يومِ وصال امام ابوبڪر جعفر بن يونس شبلي مالڪي رَحْمَۃُ اللّٰہِ عَلَيْه | ماهنامہ فيضانِ مدينہ ذُوالحجةِ الحرام 1438ھ |



| | | |
|---|---|---|
| ذُوالحجةِ الحرام 6 ھ | وصال مبارڪ حضرت بي بي اُمِ رومان رَضِیَ اللہُ عَنْھا | ماھنامہ فيضانِ مدينہ ذُوالحجةِ الحرام 1439 ۽ 1440 ھ |
| ذُوالحجةِ الحرام 10 ھ | حجة الوداع رسولِ ڪريم صَلَّی اللہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم هڪ لک کان وڌيڪ صحابہءِ ڪرام سان گڏ فرض حج ادا فرمايو | ”سيرتِ مصطفيٰ صفحو نمبر 526 کان 533“ |

الله پاڪ جي انهن تي رحمت هجي ۽ انهن جي صدقي اسان جي بي حساب مغفرت ٿئي. اٰمِین بِجَاہِ خَاتَمِ النَّبِیّٖن صَلَّی اللہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم

”ماھنامہ فيضانِ مدينہ“ جا شمارا دعوتِ اسلامي جي ويب سائيٽ www.dawateislami.net تان ڊائونلوڊ ڪري پڙھو ۽ ٻين کي بہ ان جي ترغيب ڏياريو جڳهہ ٺاهي هتي رسالا لڳائي ڇڏيوڪراماتِ عثمانِ غني.. فيضانِ امام باقر.. تذڪرہءِ صدرُ الافاضل.. سيدي قُطبِ مدينہ

قرآني تعليمات

# ”انفاق في سبيل اللّٰه“ جون قرآني ترغيبون

مولانا راشد علي عطاري مدني

قرآن ڪريم جي تعليمات اسان لاءِ آپشن نہ بلڪ ضرورت آهن. قرآن ڪريم اسان کي هڪ مڪمل طرزِ حيات فراهم ڪري ٿو. ان ۾ روحاني، اخلاقي، سماجي ۽ معاشي، سيني پهلوئن کي متوازن طريقي سان سيڪاريو ويو آهي. انهن پهلوئن ۾ **"انفاق في سبيل الله"** يعني الله جي راهہ ۾ خرچ ڪرڻ هڪ بنيادي اصول طور شامل آهي. قرآن مجيد ۾ ڪيترن ئي هنڌن تي الله تعاليٰ هن ڳالهہ جي تاڪيد فرمائي آهي تہ انسان الله ربّ العزّت جي ڏنل سوچ، فڪر، قوت، وسيلن ۽ اسباب جي ذريعي جيڪو ڪجهہ بہ ڪمائي ٿو ۽ جيڪي بہ نعمتون حاصل ڪري ٿو، ان مان الله جي راهہ ۾ خرچ ڪري. هن خرچ جا مقصد، هدف، آداب، ترغيبون، ترهيبون (ڊيڄاريندڙ ڳالهيون)، مصارف (خرچ جا هنڌ) ۽ ٻيا ڪيترائي اهم پهلو قرآن ڪريم ۾ بيان ڪيا ويا آهن، جيئن تہ:

1. ”انفاق في سبيل الله “ جي ترغيب ۽ تعريف
2. انفاق في سبيل الله جي دنياوي فائدن جو بيان
3. انفاق في سبيل الله جي اخروي فائدن جو بيان
4. انفاق في سبيل الله جي مصارف جو بيان
5. انفاق في سبيل الله جي مال جي تعين
6. انفاق في سبيل الله جي آداب جي تعليم
7. انفاق جي صحيح هئڻ جي شرطن جو بيان
8. انفاق في سبيل الله کان پاسو ڪرڻ جي مذمت
9. انفاق في سبيل الله جي وسعت نہ هجي تہ!
10. انفاق في سبيل الله کان انڪار جي مذمت

هيٺ انهن پهلوئن تي قرآني مضمون ملاحظ ڪريو:

## انفاق في سبيل اللّٰه جي ترغيب ۽ تعريف

قرآنِ ڪريم خدا جي راهہ ۾ خرچ ڪرڻ جي مختلف اندازن ۾ ترغيب ڏياري آهي. ترغيبن جا اهي انداز انساني طبيعت ۽ فطرت

مطابق آهن ۽ تربيت جي اعليٰ اسلوبن جو مظهر آهن.

### انفاق في سبيل الله” متقين جي صفت:

”انفاق في سبيل الله“ جي ترغيب جي اسلوبن مان هڪ هي آهي تہ قرآن ڪريم خدا جي راھ ۾ خرچ ڪرڻ وارن جي تعريف فرمائي آهي ۽ انهن جي هن عمل کي تقويٰ ۽ ٻين سٺين صفتن جو حصو ارشاد فرمايو آهي، جيئن سورت بقره ۾ آهي، فرمايائون هُدًى لِّلْمُتَّقِيْنَ ۙ﴿۲﴾ الَّذِيْنَ يُؤْمِنُوْنَ بِالْغَيْبِ وَيُقِيْمُوْنَ الصَّلٰوةَ وَمِمَّا رَزَقْنٰهُمْ يُنْفِقُوْنَ ۙ﴿۳﴾

ترجمو: (قرآن پاڪ) هدايت آهي ڊڄڻ وارن لاءِ، اهي جيڪي اڻ ڏٺي تي ايمان آڻين ۽ نماز قائم رکن ۽ اسان جي ڏنل روزي مان اسان جي راھ ۾ خرچ ڪن. (پ1، سورة البقرة: 2، 3) يعني الله ڪريم جي ڏنل رزق مان خدا جي راھ ۾ خرچ ڪرڻ متقين جي صفت آهي.

### دائمي فائدن جي بشارت سان انفاق في سبيل الله جي ترغيب

الله ڪريم جي ڏنل رزق مان اڄ خرچ ڪري وٺڻ غنيمت آهي جوتہ سڀاڻي قيامت ۾ اهو ئي ڪم ايندو يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْۤا اَنْفِقُوْا مِمَّا رَزَقْنٰكُمْ مِّنْ قَبْلِ اَنْ يَّاْتِيَ يَوْمٌ لَّا بَيْعٌ فِيْهِ وَلَا خُلَّةٌ وَّلَا شَفَاعَةٌ ؕ وَالْكٰفِرُوْنَ هُمُ الظّٰلِمُوْنَ ﴿۲۵۴﴾

ترجمو: اي ايمان وارؤ! الله جي راھ ۾ اسان جي ڏنل مان خرچ ڪيو، اهو ڏينهن اچڻ کان پهريان جنهن ۾ نہ خريد و فروخت آهي، نہ ڪافرن لاءِ دوستي ۽ نہ شفاعت ۽ ڪافر پاڻ ئي ظالم آهن. (پ3، البقرة:254)

### انفاق في سبيل الله جي بدلي ۽ اجر جي بيان سان ترغيب

خدا جي راھ ۾ خرچ ڪندڙن جو مثال ايئن آهي تہ هڪ جي بدلي سئو حاصل ڪن ٿا. مَثَلُ الَّذِيْنَ يُنْفِقُوْنَ اَمْوَالَهُمْ فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ كَمَثَلِ حَبَّةٍ اَنْۢبَتَتْ سَبْعَ سَنَابِلَ فِيْ كُلِّ سُنْۢبُلَةٍ مِّائَةُ حَبَّةٍ ؕ وَاللّٰهُ يُضٰعِفُ لِمَنْ يَّشَآءُ ؕ وَاللّٰهُ وَاسِعٌ عَلِيْمٌ ﴿۲۶۱﴾

ترجمو: انهن جو مثال جيڪي پنهنجا مال الله جي راھ ۾ خرچ ڪن ٿا، ان داڻي وانگر آهي جنهن ست سنگ ڦٽايا، هر سنگ ۾ سئو داڻا، ۽ الله ان کان بہ وڌيڪ وڌائي ٿو جنهن لاءِ چاهي، ۽ الله وسعت وارو، علم وارو آهي.
(پ3، البقرة:261)

خدا جي راھ ۾ خرچ ڪندڙن کي حقيقي مؤمن هئڻ ۽ رب ڪريم جي بارگاھ ۾ اعليٰ رتبو، مغفرت ۽ عزت واري روزي ملڻ جي خوشخبري ٻڌائي وئي آهي الَّذِيْنَ يُقِيْمُوْنَ

الصَّلٰوةَ وَمِمَّا رَزَقْنٰهُمْ يُنْفِقُوْنَ ۝ اُولٰٓئِكَ هُمُ الْمُؤْمِنُوْنَ حَقًّا ؕ لَهُمْ دَرَجٰتٌ عِنْدَ رَبِّهِمْ وَمَغْفِرَةٌ وَّرِزْقٌ كَرِيْمٌ ۝

ترجمو: اهي جيڪي نماز قائم رکن ۽ اسان جي ڏنل مان ڪجهه اسان جي راهه ۾ خرچ ڪن. اهي ئي سچا مسلمان آهن، انهن لاءِ درجا آهن انهن جي رب وٽ ۽ بخشش آهي ۽ عزت واري روزي. (پ9، الانفال:3)

خدا جي راهه ۾ جيڪو به خرچ ڪندو، ان جو پورو پورو بدلو ملندو ۽ ڪنهن به قسم جو نقصان نه ٿيندو: وَمَا تُنْفِقُوْا مِنْ شَيْءٍ فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ يُوَفَّ اِلَيْكُمْ وَاَنْتُمْ لَا تُظْلَمُوْنَ ۝ ترجمو: ۽ الله جي راهه ۾ جيڪو ڪجهه خرچ ڪندؤ، توهان کي پورو ڏنو ويندو ۽ ڪنهن به طرح نقصان ۾ نه رهندؤ. (پ10، الانفال:60)

### انفاق في سبيل الله جي تاڪيدي حڪم سان ترغيب

پنهنجي حلال ۽ پاڪيزه ڪمائي ۽ ڪيتن مان حاصل ٿيندڙ رزق مان الله ڪريم جي راهه ۾ خرچ ڪرڻ گهرجي يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْۤا اَنْفِقُوْا مِنْ طَيِّبٰتِ مَا كَسَبْتُمْ وَمِمَّاۤ اَخْرَجْنَا لَكُمْ مِّنَ الْاَرْضِ ترجمو: اي ايمان وارؤ! پنهنجي پاڪ ڪمائين مان ڪجهه ڏيو ۽ ان مان جيڪو اسان توهان لاءِ زمين مان ڪڍيو. (پ3، البقرة:267)

ڀلائي حاصل ڪرڻ تڏهن ئي ممڪن آهي جڏهن ٻانهو پنهنجي پسنديده شيءِ خدا جي راهه ۾ خرچ ڪري لَنْ تَنَالُوا الْبِرَّ حَتّٰى تُنْفِقُوْا مِمَّا تُحِبُّوْنَ ؕ وَمَا تُنْفِقُوْا مِنْ شَيْءٍ فَاِنَّ اللّٰهَ بِهٖ عَلِيْمٌ ۝

ترجمو: توهان هرگز ڀلائي کي نه پهچندؤ جيستائين الله جي واٽ ۾ پنهنجي پياري شيءِ خرچ نه ڪيو. ۽ اوهان جيڪي ڪجهه به خرچ ڪندا آهيو، الله کي خبر آهي.
(پ4، آل عمران:92)

### مال جي فاني هئڻ جي بيان سان ترغيب:

جنهن مال ۾ توهان کي ٻين جو جانشين ڪيو ويو، ان مان خدا جي راهه ۾ خرچ ڪري اجرِ عظيم جا حقدار ٿي وڃو اٰمِنُوْا بِاللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ وَاَنْفِقُوْا مِمَّا جَعَلَكُمْ مُّسْتَخْلَفِيْنَ فِيْهِ ؕ فَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا مِنْكُمْ وَاَنْفَقُوْا لَهُمْ اَجْرٌ كَبِيْرٌ ۝

ترجمو: الله ۽ اُن جي رسول تي ايمان آڻيو ۽ سندس راهه ۾ خرچ ڪريو جنهن ۾ اوهان کي ٻين جو جانشين ڪيو ، پوءِ جيڪي اوهان مان ايمان وارا ٿيا ۽ سندس راهه ۾ خرچ ڪيائون، انهن لاءِ وڏو اجر آهي. (پ27، الحديد:7)

### حياتيءَ جي ڏينهن جي گهٽتائيءَ جي بيان سان ترغيب:

اڄ خدا جي راهه ۾ خرچ ڪرڻ جي مهلت آهي، ان ڪري حياتيءَ جي انهن ڏينهن کي

غنيمت ڄاڻو ۽ انفاق في سبيل الله ڪيو، نہ تہ سياڻي قيامت ۾ حسرت ٿيندي جيڪا ڪنهن ڪم نہ ايندي. وَ اَنْفِقُوْا مِنْ مَّا رَزَقْنٰكُمْ مِّنْ قَبْلِ اَنْ يَّاْتِيَ اَحَدَكُمُ الْمَوْتُ فَيَقُوْلَ رَبِّ لَوْلَاۤ اَخَّرْتَنِيْۤ اِلٰۤى اَجَلٍ قَرِيْبٍ ۙ فَاَصَّدَّقَ وَ اَكُنْ مِّنَ الصّٰلِحِيْنَ ﴿۱۰﴾

ترجمو: ۽ جيڪو اسان اوهان کي ڏنو آهي ان مان اسان جي راهہ ۾خرچ ڪريو، ان کان اڳ جو اوهان مان ڪنهن کي موت اچي، پوءِ (اهو) چوي تہ: اي منهنجا رب! تو مون کي ٿوري مدت تائين مهلت چو نہ ڏني تہ مان صدقو ڏيان ها ۽ نيڪن مان ٿي وڃان ها. (پ28، المنافقون:10)

**انفاق في سبيل الله ۾ توهان جوئي فائدو:**

خدا جي راهہ ۾ جيڪو بہ خرچ ڪيو ويندو آهي، پنهنجي ئي ڀلائيءَ لاءِ ڪيو ويندو آهي. وَ مَا تُنْفِقُوْا مِنْ خَيْرٍ فَلِاَنْفُسِكُمْ ؕ ترجمو: ۽ توهان جيڪا چڱي شيءِ ڏيو توهان لاءِ ڀلو آهي. (پ3، البقرة:272) الله ڪريم جي ڏنل مال مان خرچ ڪرڻ ۾ ڪو نقصان ناهي. وَ مَاذَا عَلَيْهِمْ لَوْ اٰمَنُوْا بِاللّٰهِ وَ الْيَوْمِ الْاٰخِرِ وَ اَنْفَقُوْا مِمَّا رَزَقَهُمُ اللّٰهُ ؕ وَ كَانَ اللّٰهُ بِهِمْ عَلِيْمًا ﴿۳۹﴾ ترجمو: ۽ انهن کي ڪهڙو نقصان هو جيڪڏهن اهي الله ۽ قيامت جي ڏينهن تي ايمان آڻين ها ۽ جيڪو (رزق) الله کين ڏنو هو ان مان (الله جي واٽ ۾) خرچ ڪن ها ۽ الله انهن کي ڄاڻي ٿو. (پ5، النساء:39)

**انفاق ۾ ڪشادگي، الله جي صفت:**

ڪشادگيءَ سان خرچ ڪرڻ الله ڪريم جي صفتن مان آهي. بَلْ يَدٰهُ مَبْسُوْطَتٰنِ ۙ يُنْفِقُ كَيْفَ يَشَآءُ ؕ ترجمو: بلڪ ان جا هٿ ڪشاده آهن عطا فرمائيندو آهي جنهن کي چاهي. (پ6، المائدة:64)

**انفاق في سبيل الله تي الله جي رضا:**

الله ڪريم ايمان وارن کي پنهنجو ٻانهو چئي سڏيو ۽ پنهنجي ڏنل رزق مان خرچ ڪرڻ جو حڪم فرمايو. قُلْ لِّعِبَادِيَ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا يُقِيْمُوا الصَّلٰوةَ وَ يُنْفِقُوْا مِمَّا رَزَقْنٰهُمْ سِرًّا وَّ عَلَانِيَةً مِّنْ قَبْلِ اَنْ يَّاْتِيَ يَوْمٌ لَّا بَيْعٌ فِيْهِ وَ لَا خِلٰلٌ ﴿۳۱﴾ ترجمو: منهنجن ٻانهن کي فرمايو جن ايمان آندو تہ نماز قائم رکن ۽ جيڪو اسان کين (رزق) ڏنو آهي ان مان ڪجهہ اسان جي واٽ ۾ ڳجهي ۽ ظاهري طرح خرچ ڪن، ان ڏينهن جي اچڻ کان اڳ جنهن ۾ نہ ڪو سودو هوندو ۽ نہ ئي ڪا ياري. (پ13، ابراهيم:31)

عاجزي ۽ انڪساري الله ڪريم جي تمام وڏي نعمت آهي، رب ڪريم جي ڏنل مال مان ان جي راهہ ۾ خرچ ڪندڙن کي الله ڪريم تواضع وارو فرمايو آهي. الَّذِيْنَ اِذَا ذُكِرَ اللّٰهُ وَجِلَتْ قُلُوْبُهُمْ وَ الصّٰبِرِيْنَ عَلٰى مَاۤ اَصَابَهُمْ وَ الْمُقِيْمِي الصَّلٰوةِ ۙ وَ مِمَّا رَزَقْنٰهُمْ يُنْفِقُوْنَ ﴿۳۵﴾ ترجمو: تہ جڏهن الله جو ذڪر ٿيندو آهي تہ انهن جا دل ڏڄڻ

لڳندا آهن ۽ جيڪا مُصِيبَت اچي، ان کي سهڻ وارا ۽ نماز قائم رکڻ وارا ۽ اسان جي ڏنل مان خرچ ڪندا آهن. (پ17، الحج: 35)

**انفاق في سبيل الله، ايمان جي نشاني:**

الله ڪريم جي عطا ڪيل مال مان ان جي راهه ۾ خرچ ڪرڻ کي ايمان جي نشاني ٻڌايو ويو آهي. اِنَّمَا يُؤْمِنُ بِاٰيٰتِنَا الَّذِيْنَ اِذَا ذُكِّرُوْا بِهَا خَرُّوْا سُجَّدًا وَّ سَبَّحُوْا بِحَمْدِ رَبِّهِمْ وَ هُمْ لَا يَسْتَكْبِرُوْنَ ﴿۱۵﴾ تَتَجَافٰى جُنُوْبُهُمْ عَنِ الْمَضَاجِعِ يَدْعُوْنَ رَبَّهُمْ خَوْفًا وَّ طَمَعًا ٝ وَّ مِمَّا رَزَقْنٰهُمْ يُنْفِقُوْنَ ﴿۱۶﴾ ترجمو: اسان جي آيتن تي اهي ئي ايمان آڻيندا آهن جو جڏهن انهن کي اهي (آيتون) ياد ڏياريون وينديون آهن سجدي ۾ ڪري پوندا آهن ۽ پنهنجي رب جي ساراهه ڪندي سندس پاڪائي بيان ڪندا آهن ۽ وڏائي ناهن ڪندا. انهن جا پاسا جدا هوندا آهن آرام گاهن کان، پنهنجي رب کي خوف ۽ اميد سان پڪاريندا آهن ۽ جيڪو اسان کين ڏنو آهي ان مان ڪجهه خيرات ڪندا آهن.

(پ21، السجدة: 15-16)

**حاشيو:** آيت 15، آيتِ سجده آهي، هي آيت يا ان جو ترجمو پڙهڻ ۽ ٻڌڻ سان سجده تلاوت واجب ٿي ويندو آهي.

(باقي ايندڙ مهيني جي شماري ۾)

Monthly Magazine
Faizan-e-Madina
June 2025

ماہنامہ
فیضانِ مدینہ
جون 2025ء

# حضرت عبدالله

## شاهه غازي رَحۡمَۃُ اللّٰہِ عَلَیۡہ

ذوالحج الحرام جو مبارڪ مهينو پنهنجون رحمتون برڪتون لٽائي رهيو آهي، ذوالحج الحرام ۾ حضرت سيد عبدالله شاهه غازي رَحۡمَۃُ اللّٰہِ عَلَیۡہ جو عرس مبارڪ ملهايو ويندو آهي، انهيءَ مناسبت سان اچو تہ سندن مختصر ذڪر پڙهون ٿا:

★ پاڻ رَحۡمَۃُ اللّٰہِ عَلَیۡہ حسني حسيني سيد آهن. ★ سندن ولادت 98 هجري مدينة المنوره ۾ ٿي. ★ سندن والد صاحب جو نالو حضرت سيد محمد نفس ذڪيہ هو. ★ سندن تعليم ۽ تربيت پنهنجي والد صاحب جي زيرِ سايہ مديني منوره ۾ ئي ٿي. ★ پاڻ وڏن اولياءَ الله مان آهن. ★ سندن شمار تابعين يا تبع تابعين ۾ ٿئي ٿو. ★ پاڻ 12 سالن تائين اسلام جي تبليغ ۾ سرگرم رهيا. ★ سندن سڳورن اخلاقن ڪان ڪيترائي ماڻهو متاثر ٿي هدايت وارا ٿيا. ★ پاڻ سنڌ ۾ داخل ٿيندڙ پهريان سيد بزرگ ۽ مبلغ هئا. ★ ذوالحج 151ھ ۾ پاڻ شهيد ٿيا. ★ سندن عرس 20، 21، 22 ذوالحج تي ٿيندو آهي. مزار مبارڪ سمنڊ جي ڪناري ڪلفٽن، ڪراچي ۾ آهي.



978-969-722-816-4

01130307



فیضانِ مدینہ، محلّہ سوداگران، پرانی سبزی منڈی، باب المدینہ (کراچی)
UAN: +92 21 111 25 26 92 Ext: 2650 / 1144
Web: www.maktabatulmadinah.com / www.dawateislami.net
Email: feedback@maktabatulmadinah.com / ilmia@dawateislami.net

